# انقلابي ماءُ

(سوانح حيات)

مترجم:

آزاد قاضي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

1989ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ پندرهن

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | نيو فيمس پرنٽنگ پريس<br>هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد. |
| پهريون ايڊيشن | جنوري 1989ع |

قيمت 25/- رپيا



---

INQLABI MAU (Bio-graphy) Translated in Sindhi by AZAD QAZI. Published by New Fields Publications, Tando wali Mohammed, Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition January 1989. Price Per Copy Rs. 25/-

# جيجل چاچيءَ پناهه خاتون جي نالي

جنهن جي پلوءَ ۾ سامائي تان سور لڪيل هئا. جنهن زماني جي هر مصيبت جو مردن جيان مقابلو ڪيو. زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين بلند حوصلي سان خانداني مسئلن کي سلجهائيندي رهي. جنهن مون کي ماءُ جو پيار بخشيو ۽ منڙي لولي ڏني. اهڙي ريت گويا ٻن مائرن جي محبت مون کي ننڍي عمر ۾ والد جي وفات واري صدمي ۽ اڪيلي هئڻ ڪري، آڏو ايندڙ مشڪلاتن جا ويچار وساري ڇڏيا ۽ مون پنهنجي ٻاراڻي زندگي ٽڙندڙ گل جيان گذاري. افسوس جو سندس آخري ديدار نصيب نه ٿي سگهيو. ڪاش ائين نه ٿئي ها !

مون کي ٿيون مارين، تنين سنديون ڳالهڙيون.
”شاهه“

— آزاد قاضي

# فهرست

# سنڌيڪار جي سوچ

پيچ ۾ پيچن ڪاءُ، پاءُ پاچارين آن سان،
مچڻ تنهنجي ماءُ، منهن مٿانهون نه ڪٿي. (خليفو)

ڪنهن مفڪر جو چوڻ آهي ته ”جيڪڏهن اسين بهتر قوم جا خواهشمند آهيون ته اسان کي بهتر مائرون پيدا ڪرڻ گهرجن.“

عورت جيڪا ڪائنات جي تخليق ڪار آهي ، جنهن جا ماءُ ڀيڻ ۽ زال جي روپ ۾ مختلف روپ آهن، ان تي ئي معاشري جي بهتري ۽ ڀلائي جو دارومدار آهي. بحيثيت تخليق ڪار جي عورت جي ماءُ واري روپ جو مڙيئي مٿانهون درجو آهي ڇاڪاڻ جو ماءُ انساني وجود جو بنيادي ۽ پهريون سکيا گهر آهي. ان ڪري ئي ڪنهن مفڪر جو چوڻ آهي ته ”هڪ پڙهيل ماءُ خاندان لاءِ مڪمل يونيورسٽي وارو درجو رکي ٿي.“ جيڪڏهن ماءُ باهمت ۽ باشعور آهي ته اها سموري خاندان ۾ اهڙو ماحول پيدا ڪري سگهي ٿي ۽ نئين نسل جي اهڙن بنيادن تي تربيت ڪري سگهي ٿي جنهن سان ان خاندان جا سمورا ننڍا توڙي وڏا فرد عملي طور تي ملڪ جي آزادي ۽ آبادي واري عملي جدوجهد ۾ ڀرپور ڀهرو وٺڻ لڳن ٿا.

عورت کي صنف نازڪ چيو ويو آهي تنهنجو مقصد اهوئي آهي ته ان سان لاڳاپيل جيڪي رشتا ۽ ناتا ٿين ٿا تن ۾ اهڙا ته نفاست ڀريا رشتا آهن جن کي هر انسان ڪوشش ڪري برقرار رکڻ چاهيندو ۽ اهي ئي نفيس جذبا آهن جن جي طفيل عورت هر معاملي تي وڏيڪ اثر انداز ٿئي ٿي آهي. هوئن به عورت انساني زندگيءَ جو اڌ ۽ اڌ حصو آهي. ان ڪري زندگيءَ جي مڙني معاملن ۾ ان جو هٿ ونڊائڻ اينروئي ضروري ٿيو وڃي جيترو انساني جياپي لاءِ خوراڪ. عورتن جي هٿ ونڊائڻ کان سواءِ رڳو مرد جون محنتون اڻپوريون رهجيو وڃن. جيڪو ڪم جنهن معيار جو هئڻ گهرجي سو ٿي نه ٿو سگهي ۽ اڃان به جيڪڏهن گهڻو وقت يڪطرفي محنت تي ڀروسو ڪيو ويو ته تمام جلد سياسي توڙي معاشي بنياد ڪمزور ٿي وڃڻ جو انديشو آهي. ان ڪري اهو لازم ملزوم آهي ته عورت روايتي چادر ۽ چوديواري مان نڪري حقيقي زندگي واري عملي جدوجهد ۾ ڀرپور بهرو وٺڻ شروع ڪري.

ڪامريڊ لينن لکيو آهي ”ڪنهن به ملڪ ۾ عورتن کي عمل جي لاءِ متحرڪ ڪرڻ نهايت ڏکيو ڪم آهي. ڪوبه اشتراڪي انقلاب ان وقت تائين ڪامياب نه ٿو ٿي سگهي جيستائين محنت ڪندڙ عورتن جو وڏو تعداد ان ۾ حصو نه ٿو وٺي.“ لينن جي مٿئين قول کي حق بجانب سمجهندي آءٌ ٽيئين دنيا جي غلام ملڪن جي مخصوص حالتن جي مد نظر ائين چوڻ ۾ پنهنجو پاڻ کي حق بجانب ٿو سمجهان ته ڪنهن ملڪ جو انقلاب ان وقت تائين

ڪامياب نہ ٿو ٿي سگهي جيستائين ان ملڪ جي عورت ملڪي معاملن ۾ هٿ نہ ٿي ونڊائي.

عورت جو انقلابي عملن ۾ وڏو اهم ۽ بنيادي حصو آهي. چاڪاڻ جو مرد جي ڀيٽ ۾ عورت ڪنهن بہ تحريڪ لاءِ وڌيڪ ميسر ۽ ڪارگر ڪم سرانجام ڏيئي سگهي ٿي. هوءَ انقلابي عمل لاءِ هڪ بہ فرد نہ، بلڪ مڪمل خاندان تيار ڪري سگهي ٿي. ۽ دنيا جي انقلابين ۾ اڪثر ائين ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ اتي خاندان جي سمورن فردن ملڪ ۽ قوم جي ڀلائيءَ خاطر هلندڙ جدوجهد ۾ ڪنهن نہ ڪنهن طرح ساڻ هٿ ضرور ونڊايو آهي. اهڙا ڪيترائي مثال موجود آهن.

موجوده صديءَ جي سڀ کان وڏي مفڪر مظلومن ۽ محڪومن جي امام ڪامريڊ لينن جو مثال وٺو. سندس عملي حصي وٺڻ کان گهڻو اڳ هن جو خاندان سياسي سوچ رکندڙ بلڪ عملي طور تي پڻ اڳتي وڌيل هو. ايتري قدر جو سندس ذهن کي جنجهوڙ پڻ ڀاءُ جي مارجي وڃڻ ڪانپوءِ آئي هئي. اهڙي ريت ڪامريڊ هوچي منهہ ۽ ڪامريڊ ڪمال سنگ جا پڻ مثال ثبوت طور ملن ٿا.

بلغاريا جي انقلابي اڳواڻ ديمتروف جو سمورو خاندان انقلابي عمل ۾ مصروف عمل رهيو. سندس ٽي ڀاڻر سياسي ميدان ۾ عملي حصو وٺڻ ڪري مختلف وقتن تي ماريا ويا. سندس ڀيڻ ڪميونسٽ پارٽي جي ميمبرشپ حاصل ڪئي. سندس ماءُ لينن ازم جي مڪمل ڄاڻ حاصل ڪئي ۽ ديمتروف جي آزادي خاطر پيرس ۾. جي احتجاجي مظاهرا

ڏيندا هئا تن ۾ سنڌس ماءُ مڪمل طور ڀرپور ونندي هئي.

انقلابي خاندانن جي سلسلي ۾ برصغير ۾ اهڙا مثال غفار خان ۽ نهرو خاندان جا ملن ٿا.

غفار خان جي خاندان جا فرد، پٽ، ننهن ۽ ڪنهن حد تائين پوٽيون پڻ سياسي ميدان ۾ آيون. اها ٻي ڳالهه آهي ته وقت ۽ حالتن سنڌس پوين ڪي سياست جو ٻيو رخ اختيار ڪرايو آهي. پر هندستان جي آزادي واري جدوجهد ۾ يا ان ڪان پوءِ وارين حالتن ۾ هن خاندان جو جيڪو ڪردار رهيو آهي تنهن ڪان ڪڏهن به انڪار نه ٿو ڪري سگهجي.

مشهور مؤرخ پير حسام الدين راشدي جنگ آزادي متعلق لکندي، لکيو آهي، ”هندستان جي آزادي واري تحريڪ ۾ خان عبدالغفار خان جي سموري آڪهه ڪي نه ڇڙو جيل ۾ وڌو ويو ۽ سنڌس ملڪيت ضبط ڪئي ويئي بلڪ سنڌس ڳوٺ اعتمازئي ۽ ڪي پڻ سازي ۽ باري ڇڏيو ويو.“

نهرو خاندان ڪي ڏسو. موتي لال نهرو هندستان جي سياست ۾ پير پاتو ته جواهرلال ان ڪان به به قدم اڳتي نڪري ويو. سنڌس پيءُ ۽ ساڳي وقت سنڌس گهر واري ڪملا جو پڻ ڪيس سهڪار رهيو. سنڌس ان ئي تربيت ۽ عملي ڪارڪردگي جو روشن ستارو مادام اندرا نه رڳو هندستان بلڪ سڄي دنيا ۾ جمهوريت واري جنگ جي هڪ مثالي شخصيت بڻجي آيري ۽ عالمي سامراج جي خلاف آخري وقت تائين سنڌس ڪيل ڪوششون وسارڻ جهڙيون نه آهن.

بدقسمتيءَ سان اسان وٽ اهڙي قسم جي سياسي رجحان جي بنهه کمي پئي نظر اچي. جان کٽي سياسي ميدان ڏانهن ڏسو ته سلسلو ڪٿي نه ڪٿي ٽٽو پيو آهي. وڏن وڏن مدبرن ۽ سياسي ڏاهن جي مشن کي اڳتي هلائڻ وارو نظر ڪونه ٿو اچي. هتي ان ڳالهه جي وضاحت ڪندو هلان ته متين ڳالهه لکڻ منجهان ڪنهن کي اهو مطلب نه ڪڍڻ گهرجي ته ڪو منهنجو اهو مقصد آهي ته ڪنهن خاندان جي خانداني هڪ هٿي ۽ مسند نشيني هلندي اچي. اهو ڪو لازمي به ڪونهي پر ساڳئي وقت منهنجي خيال ۽ مطالعي جي روشني ۾ ائين ٿيڻ، انقلابي عمل لاءِ وڌيڪ ڪارگر ۽ ڪارآمد ثابت ٿي سگهي ٿو ۽ ائين ٿيو آهي.

سموري خاندان جو سياسي ميدان ۾ حصو وٺڻ ڪري سڀ کان اهم فائدو اهوئي ٿئي ٿو ته اڪثر ڪري جا نسل وڇوٽي (Generation-Gap) پئجي ويندي آهي جنهن جي ڪري عمل مانو ٿي يا پوئتي هٽي وڃڻ جا امڪان هوندا آهن. تنهن جو خوف نه ٿو رهي. هلندڙ عمل کي جتي هڪڙن ماڻهن ڇڏيو ته پيا وري نون مسئلن ۽ حالتن جي روشني ۾ ان ڪم کي وڌيڪ ڪارگر ويچار ۽ عمل سان اتان کان اڳتي وڌائڻ جي ڪوشش ۾ لڳي وڃن ٿا ته اهو عمل وڌيڪ آسان ٿي پوي ٿو. اهو ان ڪري به جو ان عمل کي اڳتي وڌائڻ واري نسل جي مڪمل طور تي ذهني توڙي عملي سکيا وڏن جي نظرداري هيٺ ٿيل هوندي آهي. ائين نه ٿيڻ وارين حالتن ۾ اڪثر ائين ٿيو

آهي ته ويندڙ پنهنجي سموري جدوجهد جي پڄڻ به چڻ پاڻ سان کڻي ويو آهي. جنهنڪري وري ڪا بي ڪيمپ تيار ٿيڻ، ڪافي وقت وٺندو آهي.

پنهنجو ئي ڪٿي مثال وٺو. سنڌ ۾ الهه بخش سومري وٽ جيڪو پروگرام هو سو سنڌ شهادت سان ڪيترن سالن تائين سنڌ جي نوجوانن جي ذهنن کان پري رهيو.

شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ حيدر بخش جتوئي جهڙن مخلص ماڻهن جنهن نموني هتان جي سياسي رخ کي هلائڻ پئي گهريو ۽ ان لاءِ انهن سچار انسانن پنهنجي سر ته ڀرپور ڪوشش ورتي پر انقلابي خاندان نا هي نه سگهيا جنهن ڪري سنڌ اولاد بهترين آفيسر ۽ وڏا ماڻهو ته بڻجي سگهيا پر سنڌ محنتن ۽ قربانين کي اڳين اڳيان تباهه ٿيندي ڏسي رهيا آهن.

ورهاڱي کان پهريان هتان جي عملي سياست جو ٻيو رخ هو. ان وقت جهڙو به ماحول هو تنهنجي روشني ۾ ماڻهون وڏي شوق ۽ دلچسپي وچان مڪمل طور سچائي سان سياسي عمل ۾ ڀهرو وٺندا هئا. ورهاڱي کان اڳ به خاندان اهڙا هئا جي نهرو خاندان کي چاهيندا هئا. انهن ٻنهي خاندانن جا اڪثر گهر جا ڀاتي هندستان جي آزادي واري تحريڪ ۾ حصو وٺڻ ڪري جيل وڃي چڪا هئا.

اهي هئا ڪراچي جو ”گدوائي“ خاندان ۽ نوابشاهه هالائي جو ”ٽاوائي“ خاندان.

گدوائي خاندان منجهان ”اي ٽي گدوائي“ جيل ويو. ان سان گڏ سندس زال گنگا ٻائي ۽ ڀاڻس عالم به جيل ياترا

ڪري آيا. سنڌس پيءُ پارٽيءَ گڏوائي جيڪا ”گلستان“ نالي هڪ پارٽي رسالي جي ايڊيٽر پڻ هئي سا به سنڌس سات ساڻ سات ڏيندي جيل ويئي.

نواب شاهه واري ڏاواڻي خاندان منجهان مسٽر سچاننڊ جيل ويو ته ان جي پويان سنڌس پوري جي پوري آکهه ڪي سا ڳئي عمل ۾ ڀرو وٺي ڪري جيل جون ڪاريون راتيون ڪاٽيون پيون. اهڙي ريت سنڌس ڏي پٽ ”موڏو“، ”روچي“ ۽ ”گوبند“ جيل ويا. ان ڪان سواءِ به ننڍهون ۽ هڪ پرنيل ڏيءُ پڻ جيل ويون.

وڙها ڳي ڪان پوءِ سياسي عمل جا طور طريقا ڏي تبديل ٿي ويا. ماڻهن جون سوچون ڏي تبديل ٿي ويون. مسئلن کي سمجهڻ ۽ نبيرڻ وارا لاڙا ڏي مٽجي ويا جنهن جي نتيجي ۾ سياسي دنيا ۾ ماڻار اچي ويئي. وقت گذرڻ سان ڪن سجاڳ ذهنن، جي فڪري ۽ عملي حصو ورتو ٻه، ته اهو رڳو پنهنجو پاڻ ڏئين. (جيئن اڳ ذڪر ڪري آيو آهيان) اهڙي ريت اسان ۾ جا نسل وچوڻي پيدا ٿيندي آئي آهي تنهن هڪ ٻئي کي ويجهو آڻڻ بجاءِ مختلف وقتن ڏي ٻئي وچوڻيون وڌيون آهن.

ٻئي پاسي سنڌي عورت جي سجاڳي واري عمل نــه هٿن ڪري اچان ڏئين نئين ٿهيءَ کي اڳتي وڌڻ ۽ عملي ميدان ۾ مرڪي پــاڻ ملهائڻ لاءِ ڪيترن ئي رنڊڪن ۽ رڪاوٽن منجهان گذرڻو پوي ٿو. هي ڪتاب اهڙي قسم جي سمورن مسئلن ۽ رنڊڪن جــو حل ڏسي ٿو ته هڪ انقلابي خاندان ڪهڙي نمونـي تيار ڪري سگهجي ٿو ۽

انقلابي عمل ۾ ڪم ڪندڙ گهر ڀاتين ۽ ٻين ڪارڪنن جي ڪهڙي مدد ڪري سگهجي ٿي، تنهن جو پڻ ڏس ڏئي ٿو جيڪا اسان جي معاشري جي بنيادي ضرورت آهي.

هي ڪتاب نيشنل پبلشنگ هائوس طرفان اردوءَ ۾ شايع ڪرايل ڪتاب "مادرِ انقلاب" جو ترجمو آهي. جيڪو ڪوريا جي عظيم انقلابي اڳواڻ ڪم ال سنگ جي ماءُ جي سوانح حيات بابت آهي. ان ۾ صرف سندس ماءُ جو تذڪرو ڪونهي پر سندس سموري خاندان جي اوسر ۽ انقلابي ڪردار جوڙڻ ۾ ان عظيم عورت جيڪو ڪردار ادا ڪيو تنهن جو تفصيل هن ڪتاب ۾ آيل آهي. هي ڪتاب ترجمو ڪرڻ وقت ساڳي نالي وارا ٻه ڪتاب "نيشنل پبلشنگ هائوس" ۽ "نيا دور پبليڪيشنز لاهور" طرفان ڇپايل منهنجي نظر هيٺ رهيا پر مٿين ٻنهي منجهان ڪنهن هڪڙي تي به اصل مصنف يا اردوءَ ۾ ترجمو ڪندڙ جو نالو لکيل ڪونه هو، انڪري مان پڻ هتي مصنف جو نالو ڏيڻ کان مجبور آهيون.

اميد ته هي ڪتاب سنڌي عورت جي دل ۾ حقيقي جذبو پيدا ڪرائي قومي مسئلن ۾ دلچسپي وٺڻ جو باعث بڻجي سگهندو.

طعالب العلم

**آزاد قاضي**

٢٠ اپريل ١٩٨٥ع

# ننڍپڻ

سر جي تان سـتورَ ساماڻي تان سک ويا
اهي ڀڳي ڀور ٿيا نماڻيءَ ڪـي نصيب ۾. (شاهه)

مسز ڪانگ بين سوڪ ٢١ اپريل ١٨٩٢ع ٢٥ مارچ قمري ڪئلينڊر تي ڪانگ ڊان آڪ خاندان ۾ پيدا ٿـي. هيءَ ڀـيڻ جي ٻيو نمبر ڌيءَ هئي. سندس والدين ڏاکڻي صوبي ”پائن گان“جي ضلعي ”ڊي ڊانگ“ جي ننڍي ضلعي ”ريائنگ سن“ ۾ ”چل گول“ واري هنڌ رهندڙ هئا.

مسز ڪانگ بين سوڪ جـي پيدائش وقت ڪوريا تمام ڏکين ۽ سنگين حالتن ۾ وڪوڙيل هوء هو غيرملڪي جارحيت پسندن جـي وڪوڙيل سازشن سبب عروج زوال جي ڀڃ واٽي تي بيٺل هوء جڏهن ڏاريا سامراجي ڪوريا کي نوآبادي بڻائڻ جا منصوبا جوڙي رهيا هئا. تڏهن نااهل ۽ غدار جاگيردار ۽ وڏين طاقتن جا خوشامندڙ بڻجي، ملڪ ۽ قوم جو سودو ڪرڻ ۾ مصروف هئا. اهي ذاتي مطلبن خاطر پنهنجي قوم کي ڌارين سامراجين کي وڪڻڻ لاءِ تيار هئا. پر اهڙا محب وطن پڻ موجود هئا جن جي دل ملڪ ۽ قوم جـي محبت سان سرشار هئي. اهـڙي نازڪ دور ۾ اهـي جدوجهد آزادي خاطـر غير ملڪي جارحيت پسندن خلاف ميدان عمل ۾ نڪري آيا.

مسز ڪانگ ٻين سوڪ جو پيءُ مسٽر ڪانگو ڊان آڳ هڪ محب وطن سپاهي ۽ ڪوريائي عوام جي اڳواڻي ڪندڙ هو. هن ملڪ ۽ قوم جي جنگ آزاديءَ ۾ ٻين سان گڏو گڏ حصو ورتو. هو هڪ گهڻ صفتي شخصيت جو مالڪ هو. هڪڙو محب وطن سپاهي جيڪو مادر وطن جي خود مختياري خاطر بي جگريءَ سان وڙهيو. هڪ اهڙو رهنما پيءُ جنهن پنهنجي ٻارن کي جاپان مخالف سپاهين جو ڪردار ٻنايو. هڪڙو پرجوش معلم جنهن ايندڙ نسلن جي تعليم و تربيت جي لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ سندن خاندان مشڪل حالتن ۾ ڦاٿل هو. تڏهن به هن پنهنجي اباڻي ڳوٺ "چل گول" ۾ چانگ ڊوڪ اسڪول جو بنياد رکيو ۽ ٽيهن سالن کان وڌيڪ وقت تائين پنهنجون سموريون ذهني ۽ جسماني صلاحيتون نئين نسل جي تعليم و تربيت خاطر وقف ڪري ڇڏيون. مارچ ١٩١٩ع واري ڀرپور عوامي بغاوت وقت هن ضلعي "ڊي ڊانگ" جي نديءَ ضلعي "گوبي انگ" جي عوام اڳيان آزادي اعلان پڙهي ٻڌايو. جاپاني سامراجين خلاف قومي خودمختياريءَ خاطر هڪڙي عوامي مظاهري کي منظم ڪيو ۽ پوءِ جلوس وارن جي "چل گول" کان وٺي "پيانگ يانگ" تائين اڳواڻي ڪئي.

هو هڪ ڪٽر جپان مخالف سپاهي هو. جيئن مٿين مثالن منجهان ظاهر ٿئي ٿو. ضلعي "مانگ يانگ ڊي" جي ڳوٺ "چل گول ڊانگ" (شروعاتي نالو بيسوڪ) ۾

سندس خدمتن طور هڪ يادرگار تعمير ڪيو ويو هو، جنهن کي ايندڙ نسل به ياد ڪندا رهندا. يادگار مٿان هيٺيان لفظ لکيل آهن: ”هي يادگار جناب مرحوم ڪانگ بون آڪ جي نالي منسوب ڪيو ويو آهي.“ ماڻهو پيار منجهان کيس مسٽر ”مڪڪئي“ جي نالي سان سڏيندا هئا. جيئن ته سندس پيءُ هڪ پرجوش محب وطن ۽ بهترين جپان مخالف معلم هو تنهنڪري ننڍي عمر ۾ ئي سندس تعليم جي اثر هيٺ مسز ڪانگ بين سوڪ جي دل و دماغ ۾ حب الوطني جا جذبا ۽ احساس گهر ڪري ويا.

”حب الوطني ۽ جپان مخالف
نظرين جي جوڙجڪ ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ
جي پاءُ جي سکيا جو حصو.“

مسٽر ڪانگ جن سوڪ هڪ وڏو جوشيلو جپان مخالف سپاهي هو، هن ننڍ پڻ کان ئي تحريڪ آزادي جي جدوجهد ۾ عملي حصو ورتو ۽ ملڪ ۾ اندر ۽ ملڪ کان باهر جنگ آزادي ۾ حصو وٺندڙن سان گڏجي ڪم ڪيو.

جيئن ئي جپاني سامراجين ڪوريا تي غاصبانه قبضو ڪيو، هن قومي حڪومت جي بحالي ۽ خود مختياريءَ لاءِ حب الوطن سرگرمين ۾ جوش و خروش سان حصو وٺڻ شروع ڪري ڏنو. هي حريت ۽ آزادي جو شيدائي ۽ بي ڊپو بيباڪ سپاهي مسز ڪانگ بين سوڪ جو سيني کان وڏو پاءُ هو. مسٽر ڪانگ جن سوڪ سيني جپان مخالف ۽ محب وطن نوجوانن کي متحد ڪيو ۽ ڪوريا

جي آزادي خاطر نوجوانن جي انجمن کي منظم ڪري ان جي اڳواڻي ڪئي. اهڙي ريت هو مسلسل محنت سان تحريڪ آزادي کي تقويت ڏيندو رهيو.

پهرين مارچ واري عوامي بغاوت وقت مسٽر ڪانگ جن سوڪ پنهنجي پيءُ مسٽر ڪانگ ڊان آڪ جي سات ۾ ”ميڪي آنگ ڊي“ ۽ ان جي پسگردائي وارن علائقن ۾ جپان مخالف تحريڪ آزادي جي تنظيم ۽ اڳواڻي ڪئي.

تنهن کان پوءِ وڌيڪ بلند حوصلي ۽ بلند مقصدن جو ثبوت ڏيندي هو ٻاهرين ملڪن ڏانهن هليو ويو. جتي هن پنهنجي سرگرمين جو هڪڙو مرڪز قائم ڪيو. اهڙي ريت تحريڪ آزادي واري سلسلي کي هن جاري رکيو. ان سلسلي ۾ هو اڪثر ڪري وطن جي سرحدن کي پار ڪندو رهيو. سندس اهڙين جوش ڀرين سرگرمين جا اسين شڪر گذار آهيون. جن جي ڪري ڪيترائي محب وطن نوجوان تحريڪ آزادي ۾ شامل ٿي ويا. سندس وطن دوست سرگرمين کي عوام جو اعتماد ۽ تعاون حاصل هو. عوام وڏي جوش سان عملي جدوجهد ۾ حصو وٺي سندس هر ممڪن امداد ڪندو هو ۽ تحريڪ آزادي جي خاطر مڪمل خلوص سان چندو ڪٺو ڪندو هو.

اهڙين حالتن ۾ جڏهن ته چئني طرف جپاني سامراجي پهريدارن جي ڪڙي نظرداري هئي. ملڪ جي اندروني حصن ۾ تحريڪ آزاديءَ جون پاڙون پکيڙڻ ڪو سولو ڪم ڪونه هو. ان ڏکيائي جي باوجود مسٽر ڪانگ جن

سوڪ عوام کي منظم ۽ متحد ڪري تحريڪ آزادي جي لاءِ چندو پڻ گڏ ڪندو رهيو. ان ڏينهن پر اهم ترين ڪم کي جاري رکڻ جي لاءِ هن پنهنجي جان جي خطري جي به پرواهه نه ڪئي. ڪوريا جي آزادي سندس اصل مقصد هو. جنهن جي حاصلات لاءِ هو تن، من ۽ ڌن جـي بازي لڳائي چڪو هو. اهڙين خطري وارين حالتن ۾ جپان خلاف قومي محبت وارن نظرين جي تبليغ وارو ڪم پڻ ڪندو رهيو. پنهنجي خاندان وارن ماڻهن کي وطن دوستي جي تعليم ڏيڻ پڻ سندس اهم فرض هو جنهن جي پورائي لاءِ هو دشمن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهي وقت به وقت خاندان وارن ۽ ٻين ماڻهن سان ملندو رهيو ۽ پرچار وسيلي سندن دلين ۾ حب الوطني وارا جذبا پيدا ڪندو رهيو.

مسز ڪانگ بين سوڪ وڏي دلچسپي سان پنهنجي پاءُ جي جدوجهد آزادي جا قصا ٻڌندي هئي. بعد ۾ شوق سان گهر ڪم ۾ مصروف ڏسـي مسز ڪانگ بين سوڪ جي دل ۾ جذبن ۽ احساسن جو هڪڙو طوفان اٿندو هو. اجان هوءَ ننڍڙ مکڙيءَ وانگر هئي جو کيس اهو احساس پيدا ٿيو ته زندگي مسلسل ڪوشش جو نالو آهي، پنهنجي پاءُ ۽ پيءُ جي ترقي پسندانه خيالن ۽ عملي جذبي جـي ڪري سندس دل، دماغ ۾ زندگي پر ڪوشش ڪرڻ وارو خيال رچي راس ٿي ويو هيو. اهڙي ريت شروعاتي عمر ۾ ئي سندس وڏي پاءُ جو ناقابل شڪست جهاد وارو جذبو سندس لاءِ روشني جو مينار ثابت ٿيو ۽ ان جي ئي رهبري

۾ سنڌس سوچ جا رستا سرجڻ لڳا.

بدقسمتيءَ سان مسٽر ڪانگ جن سوڪ ۱۹۲۴ع جي بهار واري مند ۾ لڙائيءَ دوران جپاني سامراجين هٿان گرفتار ٿي پيو ”کيس پندرهن سال سزا ملي. پر جيل دوران پڻ ان پنهنجي ناقابل شڪست جدوجهد کي جاري رکيو.“ مرڻ کان اڳ ۱۳ سال ۸ مهينن جو ڊگهو عرصو هن قيد خاني جي تڪليفن برداشت ڪرڻ ۽ جدوجهد ڪرڻ ۾ گذاري ڇڏيو. سنڌس موت جو سبب دشمن جون وحشيانه تڪليفون هيون ۽ سنڌس قوم کي ان ڳالهه جو وڏو صدمو هو ته موت کيس پنهنجي اميدن جي تڪميل جي اجازت نه ڏني. مسز ڪانگ بين سوڪ کي پنهنجي پاءُ جي گرفتاري تي شديد صدمو رسيو پر ان واقعي سان نه سنڌس عملي صلاحيتون مفلوج نه ٿيون. پر ابتان نه جپاني سامراجين هٿان پاءُ جي گرفتاري سنڌس دل ۾ بدلي واري باهه ڀڙڪائي ڇڏي ۽ هو نفرت جو آلو بڻجي دشمن کان بدلو وٺڻ لاءِ تيار ٿي ويئي. ان واقعي جو نتيجو اهو نڪتو جو هن اهڙي جوش و خروش سان دشمن خلاف وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ جو عزم ڪيو جنهن ۾ سنڌس پاءُ جهڙا ڪيئي ناقابل شڪست فرد شامل هئا.

# ننڍپڻ جون خاصيتون

سُور م ڏي ڏوڻ، آءُ اگهيءِ ڪاهري،
جا پر پاڻيءَ لوڻ، سا پر منهنجي جنڊڙي. (شاهه)

شروعاتي وقت کان ئي سندس دل ۾ محنت ۽ مشقت جي عظمت خاطر محبت ۽ عزت جا اهي اعليٰ جذبا پيدا ٿي چڪا هئا جو پاڙيسرين ۽ دوستن جي مدد ڪرڻ سندس عادت بڻجي چڪي هئي.

شروعاتي عمر ۾ هن جي طبيعت جو رجحان سخت محنت طرف هو. هوءَ پنهنجو هر ڪم مسلسل محنت سان ڪرڻ جي عادي هئي.

هن هڪڙي غريب خاندان ۾ جنم ورتو هو. ان ڪري جڏهن هوءَ شعور واري حد کي پهتي ته رضاڪارانه طور تي هاريءَ جي محنت طلب ڪم ۾ والدين جو هٿ ونڊائڻ شروع ڪري ڏنائين. اڃان هوءَ ڏهن سالن جي هئي جڏهن هن بورچيخاني جو سمورو ڪم سنڀالي ورتو. ۽ پنهنجي گهر کي آئيني وانگر صاف سٿرو رکڻ لڳي. هوءَ هميشه کائڻ پيئڻ وارن ٿانون کي سٺي نموني مانجي، ڌوئي چلڪائيندي هئي. ۽ پنهنجا ٿانو تازي پاڻيءَ سان ڀري رکي ڇڏيندي هئي. شام جو هوءَ سُٽ ڪتڻ ۽ ڪپڙي ناهڻ ۾ ماءُ جو هٿ ونڊائيندي هئي. ٻين وقتن نبوت گاڏيون

سکڻ وقت هوءَ رڳو نقل نه ڪندي هئي پر سندن ڪم جو غور سان مشاهدو ڪري ان منجهان بهتر طريقو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. بهتر کان بهتر جي ڳولا ۾ هوءَ پنهنجي صلاحيتن کي استعمال ڪندي هئي. جنهن وجهي ٿو ته هوءَ پنهنجي ڪمن کي غير معمولي جوش و خروش ۽ ڦڙتيءَ سان پوري ڪرڻ جي عادي هئي ۽ سندس ڪم هميشه مڪمل ۽ تسلي بخش صورت ۾ پورو ٿيندو هو.

سندس هٿ جو نهيل سوٽي ڪپڙو نفاست ۽ پائداريءَ سبب گهڻو مقبول هو. ڳوٺ وارا اڪثر سندس تعريف ۾ چوندا هئا: ”تنهنجو نهيل ڪپڙو ريشم وانگر ملائم ۽ مضبوط، بروڪيڊ (۱) وانگر چمڪندڙ ۽ سهڻو هوندو آهي.“ هوءَ ڪپڙي ناهڻ واري فن ۾ مهارت رکڻ ڪري پرپاسي وارن ڳوٺن جي ماڻهن ۾ پڻ تمام گهڻي مقبول ۽ مشهور هئي. غريبن جي سارسنڀال لهڻ، پارٽيءَ جي مڪمل حمايت ڪرڻ ۽ انهن اڻ پڙهيلن کي تعليمي زيور سان سينگاري سندن صحيح ڏس ۾ رهنمائي ڪرڻ مسز ڪانگ بين سوڪ جي خاص خصوصيت هئي.

غريبن ۽ نادارن جي دلجوئي ۽ غمگساري ڪرڻ واري بهترين صلاحيت کيس ورثي ۾ ملي هئي. اهي مسڪين ماڻهو جيڪي زندگيءَ جي بنيادي حقن کان محروم هئا ۽

(۱) بروڪيڊ (Brocade) – جنهن کي زربفت چوندا آهن، سونهري ۽ چانديءَ جهڙي ڌاڳي جو نهيل مضبوط ڪپڙو ٿيندو آهي.

جن جي زندگي غربت جون تڪليفون سهندي گذري هئي. مسز ڪانگ ٻين سوڪ هر وقت انهن جي حمايت ڪرڻ لاءِ تيار رهندي هئي ۽ سندس دل گهري خلوص ۽ چاهنا وارن جذبن سان معمور هئي.

اهو مسٽر ڪانگ جن سوڪ جي صحبت جو اثر هو جنهن ڪري سندس دل ۾ جپان خلاف جدوجهد ڪرڻ وارا جذبا بيدار ٿيڻ شروعات ۾ ته هوءَ رڳو غريبن سان همدرديءَ جو اظهار ڪندي هئي پر آهستي آهستي اهو جذبو ايتري قدر پختو ٿي ويو جو ان جماعتي شعور واري صورت اختيار ڪري ورتي. ان اجتماعي احساس ۽ گڏيل همدرديءَ وارن جذبن سان سرشار ٿي هوءَ غريبن سان ملاقات ڪندي هئي. چو ته ڪيس ان ڳالهه جو مڪمل يقين ٿي چڪو هو ته هي ٿي اهي ماڻهو آهن جيڪي جپانين جي ظلم و ستم کان نجات حاصل ڪرڻ جا حقدار آهن ۽ جنگ آزادي ۾ مڪمل سچائي سان حصو وٺي سگهن ٿا. ان ڪري مسز ڪانگ ٻين سوڪ انهن جي مڪمل حمايت ڪئي ۽ انهن جي شعور کي بيدار ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪئي. حالانڪ مسز ڪانگ ٻين سوڪ جي صحت ٺيڪ نه هئي پر هن پنهنجي صحت جي خرابيءَ کي ڪا اهميت نه ڏني ۽ هوءَ هميشه محنت طلب ۽ مشڪل ڪمن ۾ اڳري رهي.

ڪنهن فاقا ڪندڙ عورت لاءِ اونهاري جي ساڙيندڙ اُس ۾ محنت مزدوري ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم آهي. تڏهن

به جيڪي مزدور عورتون پنهنجي ڪم ڪي پورو نه ڪري سگهنديون هيون، مسز ڪانگ بين سوڪ هر وقت سندن مدد ڪندي رهندي هئي. اهڙيءَ طرح پاڻ اهو محسوس ڪندي هئي ته هوءَ پنهنجي ٿڪاوٽ کان بي نياز ٿي وڃي ٿي، ڪم جي دوران ڪين وڻندڙ قصا ۽ ڪهاڻيون ٻڌائي تازو توانو ڪندي هئي. ڪم کان ٿڪل اهي مزدور، عورتون نئين سر تازگي محسوس ڪري ملڪ ۽ قوم جي باري ۾ سوچڻ تي مجبور ٿينديون هيون. (۱) ملڪ جو مقدر (۲) نئين نسل جو مستقبل ۽ سندس صحت ۾ ڪم ڪندڙ مزدور عورتون ٿڪاوٽ محسوس ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي ڪم ڪي تيزيءَ سان ختم ڪري وٺنديون هيون. سندن دليون سدائين نئين اميدن ۽ آرزوئن سان معمور هونديون هيون.

اهي تاريخ جا واقعا ان ڳالهه جي نشاندهي ڪن ٿا ته مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي نظرين جي پرچار ڪرڻ جي بي پناهه صلاحيت رکندي هئي ۽ ڪيس بين جو ڏک پنهنجو ڏک محسوس ٿيندو هو. بين جي ڏک ۾ هوءَ هڪ جيتري شريڪ ٿيندي هئي. چل گول گوٺ ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ جي گهر اڳيان هڪڙو ڪليل ميدان هو جيڪو ڪڪرين سان اهڙي نموني وڪوڙيل هو جو تيز هوا اندر نه اچي سگهندي هئي. ڳوٺاڻان ان ميدان ۾ گڏ ٿي آن صفا ڪندا هئا ۽ سٽ کي ڪلف ڏيندا هئا. هڪ ڏينهن هوءَ پنهنجي پوک جي لاباري کان پوءِ گهر اچي رهي هئي ته هن هڪڙي عورت کي ميدان ۾ سٽ کي ڪلف ڏيندي

ڏنو. اها ٻاهر تي ٻيهي ڪم ڪري رهي هئي. ٻکيڙ ۾ شامل هئي ۽ هڪ ٻار سندس پٺيءَ تي پڌل هو جنهن جي حالت تمام خراب ٿي رهي هئي. مسز ڪانگ ٻين سوڪ ٽڪڙ ۾ پنهنجي ڪرٻي اڇلائي ۽ روئيندڙ ٻار کي ماءُ جي جهولي مان ڪڍي پنهنجي ڪڇ ۾ ڪري ورتو ۽ سٽ کي ڪاف ڪرڻ ۾ به سندس مدد ڪئي. مسز ڪانگ ٻين سوڪ جي زندگيءَ ۾ ٻين جي مدد ڪرڻ جو اهو پهريون موقعو هو. ٻين کي تڪليف ۾ ڏسي هوءَ هميشه پريشان ٿي ويندي هئي. مسز ڪانگ ٻين سوڪ جي ان همدردي واري سلوڪ ڪري اها عورت تمام گهڻو متاثر ٿي. هن روئيندڙ ٻار کان آجو ٿي جلدي جلدي پنهنجو ڪم پورو ڪيو. پر ٻار حد کان وڌيڪ روئيندو رهيو. ان وقت پاڙي وارن جي دروازي تي ڪيهن امير خاندان جو ٻار ڪيڪ ٽڪرو کائي رهيو هو. غريب ٻار ڪيترن ڏينهن جو بکايل هو تنهنڪري ڪيڪ جو ٽڪرو ڏسي چپ نه رهي سگهيو ۽ وري وري ان ٻار کان گهرڻ لاءِ اصرار ڪرڻ لڳو. ٻار جي ضد کان تنگ اچي ماءُ کيس مارڻ لاءِ هٿ کنيو ئي مس جو مسز ڪانگ ٻين سوڪ تمام آهستي سان هن جو هٿ روڪيو ۽ ڏکايل لهجي ۾ کيس چوڻ لڳي "ڀيڻ! تون هن بکايل ٻار کي ڪيئن ٿي ڌوهاري ڪري سگهين. هي ويچارو سچو ڏينهن بکيو رهيو آهي. هاڻ هن جو ڪهڙو ڏوهه؟ هن جي بک واري ڏوهه ۾ ڪنهن ٻئي کي ڪوڙا هڻڻ گهرجن. ڪيڪ جو هڪ ٽڪرو هن جي بک ختم ڪري سگهي

ٿو، پر ڪهڙو سبب آهي؟ جو تون اهڙي نموني محنت ڪرڻ جي باوجود به هن ڪيڪ جو ٽڪرو نه ٿي ڪمائي سگهين، تو کي انهن ماڻهن خلاف جنگ ڪرڻ گهرجي جن سڀڪجهه ڦري تو کي اهڙي حال تائين پهچايو آهي. هڪ بکئي ٻار کي مارڻ ڪٿي مان ڇا فائدو؟ اهي سرمائيدار ۽ جاگيردار آهن جن اسان کي انهن ڇانورن کان به محروم ڪري ڇڏيو آهي جن کي اسين رت ۽ پگهر وهائي پيدا ڪندا آهيون. تو کي اها ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته اسين انهن سرمائيدارن سبب غربت واري زندگي گذارڻ ۽ بک جا صدما سهڻ لاءِ مجبور آهيون. اسان کي نه ته ويل ماني ملي ٿي ۽ نه وري تن ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو، تنهنجي دل وارو ڏک سڄي قوم جو ڏک آهي، اسين تنهنجي ڏک ۾ هڪ جيترا شريڪ آهيون.“

عورت مسز ڪانگ ٻين سوڪ کان ٻار وٺي ڇاتيءَ سان لاتو. هوءَ ڪاوڙ وچان ڏند پيهيندي رهي هئي. اهو جاگيردارانه نظام هو جنهن ۾ غريبن جو بنا سوچ ويچار جي رت وهايو پئي ويو. جنهن ماڻهن کي غريب ۽ امير جي طبقن ۾ ورهائي ڇڏيو هو ۽ غريب زندگي جي هر آسائش کان محروم ٿي چڪا هئا. مسز ڪانگ ٻين سوڪ جي دل ۾ علم حاصل ڪرڻ جو تمام گهڻو شوق هو. هوءَ بنيادي نظرين کي تبديل ڪرڻ کان سواءِ نئين حقيقتن جي ڳولا ۾ سدائين رڌل رهي. هوءَ انهن حادثن ۽ واقعن کان ڪڏهن بي خبر نه ٿي جيڪي سندس چوطرف دنيا ۾ ٿيندا

ٿي رهيا. اهڙي ريت هوءَ پنهنجي معلومات ۾ واڌارو ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي بصيرت ۾ گهرائي ۽ پختگي پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي. ڏسڻ ۾ معلوم ڪرڻ واري ان وڌندڙ ميلاپ ڪان سواءِ سندس ڪردار ۾ انقلابي صفتون پڻ پختيون ٿي چڪيون هيون. عدل، مساوات جي نئين نظام رائج ڪرڻ لاءِ هوءَ ڏکين حالتن جي پڻ ڪا پرواهه نه ڪندي هئي. هر نئين تڪليف سندس عزم ۽ ارادي ۾ وڌيڪ پختگي پيدا ڪري ڇڏيندي هئي.

مسٽر ڪانگ ڊان آڪ ۽ مسٽر ڪانگ جهڙن سوڪ جهڙن محب وطن ۽ ترقي پسند هستين جي صحبت جو نتيجو هو جو مسز ڪانگ بين سوڪ جي دل ۾ سدائين نئين ڳالهين سکڻ جو شوق زنده رهيو. هن رڳو پنهنجي پاءُ ۽ پيءُ جي تعليم تائين پاڻ کي محدود نه رکيو پر جنهن به شيءِ کان اڻ واقف هئي سا پنهنجي ذاتي جستجو سان حاصل ڪيائين، ترقي پسند نظرين کي ڦهلايائين ۽ انقلابي وصفون اختيار ڪيائين. هوءَ ڪنهن اسڪول يا مدرسي جي تعليم يافته ڪونه هئي پر سندس بهترين استاد زمانو هو جنهن کان هن عالمي انقلابين جي تعليم حاصل ڪئي. بعد ۾ ذاتي شوق، علم حاصل ڪرڻ واري خواهش جي پورائي واري درجي تائين پهچائي ڇڏيس.

ان دور ۾ وڏا وڏا جاگيردار وڏين طاقتن جا خوشامندڙ بڻيل هئا ۽ انهن جي خوشنوديءَ خاطر ڪوريائي ادب کي ڪمتر سمجهڻ لڳا هئا. رڳو چيني رسم الخط کي ئي قابل

قدر چاهيندا هئا. اهڙين حالتن ۾ به مسز ڪانگ پين سوڪ پنهنجي وانڍڪائي واري وقت ۾ ڪوريائي ادب سکيو. هوءَ ڪڏهن بورچيخاني ۾ ويهي ڪوريائي لفظ دهرائيندي رهندي هئي ته ڪڏهن ڏهرن (۱) ۾ ڪم ڪندي ٽڪ پچڻ لاءِ پنهنجو سبق ياد ڪرڻ شروع ڪري ڏيندي هئي. ٻٽيءَ جي ڏنڌلي روشني ۾ هوءَ لفظن کي ذهن نشين ڪرڻ لاءِ پراڻن ڦاٽل ڪاغذن تي لکندي هئي ۽ ڪوريائي ادب سکڻ لاءِ ڪوشان رهندي هئي. ڪي پراڻا ماڻهو رڪاوٽي وچان چوندا هئا "هڪ ڇوڪريءَ کي علم حاصل ڪرڻ مان ڀلا ڇا فائدو ٿي سگهي ٿو." پر مسز ڪانگ پين سوڪ جو سدائين اهو جواب هوندو هو ته، هڪ جاهل ۽ انڌي انسان ۾ ڪو فرق نه ٿو ٿئي رڳو علم سان ئي انسان دل ۽ دماغ کي روشن ڪري سگهي ٿو. اهو چئي هوءَ وڏي شوق سان مطالعي ۾ مصروف ٿي ويندي هئي.

هوءَ ڪڏهن پنهنجي پيءُ مسٽر ڪانگ ڊان آڪ کان چيني رسم الخط جو درس پڻ وٺندي هئي. سندس ذهانت جي اها حد هئي جو هڪ ڀيرو سکيل ڳالهه کي سدائين ياد رکندي هئي ۽ هن ۾ اها پڻ صلاحيت موجود هئي جو هوءَ علم کي عمل جو روپ ڏئي سگهي. علم لاءِ اهڙو سچو شوق ڏسي سندس پيءُ مسٽر ڪانگ ڊان آڪ ان جي تعليم ۽ تربيت کان گهڙي کن لاءِ به غفلت نه ڪندو هو. هن وانڍڪائي واري وقت هر گهڙي پڙهائڻ جو

(۱) ٻن ٽڪرن جي وچ واري ماڙي.

سلسلو جاري رکيو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو حالانڪ مسز ڪانگ بين سوڪ ڪڏهن به اسڪول ۾ داخلا نه ورتي، تڏهن به سندس علمي قابليت پنهنجن انهن پاڙن کان وڌيڪ هئي جيڪي باقائدي اسڪول ۾ تعليم وٺنـدا هئا. ڪيترن وقتن تي ذهانت ۽ قابليت سبب تعليمي ميدان ۾ سندن رهنمائي پڻ ڪندي هئي. مسٽر ڪانگ جن سوڪ جي ذريعي کيس تازه ترين حالتن جون خبرون پڻ ملنديون رهنديون هيون، ڇو ته سندس پاڻ پنهنجي زندگي تحريڪ آزاديءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. هوءَ اڪثر پاڻ کان غيرملڪي جارحيت پسندن جي خفيا منصوبن جي باري ۾ ڳالهيون وڏي شوق سان ٻڌندي هئي. اهي جارحيت پسند ڪوريا مٿان غاصبانه قبضو ڪرڻ لاءِ لالچي نظرون وجهيو ويٺا هئا.

مسز ڪانگ بين سوڪ تمام سليقي واري عورت هئي. پنهنجي ماءُ کان هن خانگي ڪم سکيا. هوءَ ڪاڙهو پچائڻ ۽ سبڻ، ڏوڏڻ ۾ ته غيرمعمولي قابليت جي مالڪ هئي. روزمره جي زندگيءَ ۾ جاگيردارانه نظام جي فرسوده ۽ بيهودين رسمن جـي خلاف هئي. سندس ننڍپڻ واري وقت ۾ ڪوريائي عورت مٿان مرد هر قسم جو ظلم ڪندا رهندا هئا ۽ معاشري ۾ سندن حـق ختم ڪيا ويندا هئا. اهـو جاگيردارانه ۽ سوماڻيدارانه دور واري تهذيب جو نتيجو هو، جو معاشرتي زندگيءَ ۾ عورت پنهنجو وقـار وڃائي ويٺي هئي ان جو هڪڙو معمولي مثال اهو آهي ته عورتن جو رستن تي هلڻ

خراب سمجهيو ويندو هو. آهي سوڙهين ۽ اونداهين گهٽين مان لنگهي پنهنجي منزل تائين پهچنديون هيون ۽ سدائين رستن تي هلڻ کان لهرائينديون هيون. گهريلو زندگيءَ ۾ اهو حال هيو جو بورچيخاني کانسواءِ ڪنهن ٻئي ڪمري ۾ پنهنجي خاندان جي مردن سان گڏ ويهي کاڌي کائڻ جي به اجازت نه هئي. اهڙي ريت جاگيردارانه اخلاقي قدرن عورت جي زندگيءَ کي هڪڙو روڳ بڻائي ڇڏيو هو. اهو ڪوڙي شرافت جو لباس هنن لاءِ عذاب بڻجي پيو هو. عورتن جو رڳو اهو وڃي فرض رهيو هو ته ٻنان چون چران جي وڏي عاجزيءَ سان پنهنجا فرض پورا ڪنديون رهن. مسز ڪانگ ٻين سوڪ انهن اخلاقي قدرن کي فريب، ڪوڪلائپ محسوس ڪري رهي هئي تنهن ڪري هن ان جي ڀرپور مخالفت شروع ڪري ڏني.

هڪ ڏينهن هوءَ پنهنجي سهيلين سان گڏ پيانگ يانگ نڪري رهي هئي جو گهرکان نڪرندي ئي هوءَ عام رستن تان هلڻ لڳي ڇو ته پيانگ يانگ وڃڻ جي لاءِ ان رستي تي هلڻ سان هڪ ته رستو تمام گهٽ پئي ٿيو پيو ته سڌي سڙڪ تي وڃڻ سان رستي واريون تڪليفون ٻڻ گهٽ ٿي پئي ويون. سندس سهيلين گهٽين واري رستي تان هلڻ لاءِ ڏاڍو اصرار ڪيو ڇو ته کين ائين محسوس ٿي رهيو هو، جهڙوڪ هوءَ تمام وڏي غلطي ڪري رهيون هجن. جيئن ته اهي ڇوڪريون خاموشيءَ سان حڪم مڃڻ جون عادي هيون تنهنڪري اهي ڪاليل رستي تان وڃڻ بجاءِ سوڙهين

گهٽين مان ٿي وچڻ پنهنجو مقدر سمجهي ويٺيون هيون. حالانڪ اهو رستو وڌيڪ ڏڪائيندڙ ۽ ورن وڪڙن وارو هو، پر مسز ڪانگ بين سوڪ کين سمجهائڻ واري انداز ۾ چيو:

”اسين هڪ سوڙهي ۽ اونداهي رستي کي ڇو منتخب ڪيون جڏهن ته اسان جي اڳيان هڪ کليل ۽ ويڪري سڙڪ آهي. عورتون به هڪ جهڙن حقن جون حقدار آهن. ڇا توهانجي خيال ۾ اهو مناسب آهي جو ٻنهي جنسن (مونث مذڪر) وچ ۾ رستن تي هلڻ جون به حد بنديون قائم ڪيون وڃن. اسان کي اهڙين حد بندين کي ٽوڙڻو پوندو. جهڙي ريت اسين پنهنجي هٿن سان ڪاڏو ڪاٽيون ٿا اهڙي ريت اسان کي پنهنجا رستا پاڻ متعين ڪرڻا پوندا. اچو اسين هنن رستن تي پوري شان سان گهمندي پنهنجي وڃايل وقار کي حاصل ڪريون.“ ان ڏينهن هوءَ پهريون دفعو پنهنجي هڪجيڏين سان گڏ رستي تان هلي پيانگ يانگ پهتي ۽ اهڙي ريت سندن دل ۾ عورت جي عظمت ۽ معاشري ۾ سندن صحيح درجي جو احساس بيدار ڪري ڇڏيو.

اهو معمولي واقعو ان ڳالهه کي ثابت ڪري ٿو ته ڪهڙي طرح مسز ڪانگ بين سوڪ معاشرتي زندگي ۾ عورت جي وڃايل وقار کي پيهر حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪوشان هئي. عورت جي بيحرمتي ۽ بيعزتي جاگيردارانه نظام جو ايمان هو. جنهن جي خلاف هوءَ سدائين مصروف

عمل رهيو. سندس حتي‌الامڪان اهائي خواهش هئي تہ
ڪنهن نموني عورت غلاميءَ جي زنجير مان ڇوٽڪارو
حاصل ڪري سگهي. سندس زندگيءَ جو هر پهلو حقيقت
کي بي‌نقاب ڪري ٿيو. مگر ڪانگ بين سوڪ پرائن
خراب رسمن خلاف پوري جوش و خروش سان عمل پيرا
رهي. پر ان سان گڏ هوءَ شروعاتي ڏينهن ڪان ئي نهايت
خليق ۽ مخلص عورت هئي. جتي بہ هوءَ رهي، پنهنجي
پاڙي وارن سان بهترين اخلاق جو ثبوت ڏنو. پنهنجي مٽن
۽ مائٽن سان سندس رويو تمام شفقت ڀريو رهيو. خاص
ڪري پنهنجي بزرگن جي عزت، مرتبي جو هميشہ کيس
گهڻو احساس رهندو هو.

هوءَ اعليٰ قسم جي عورتاڻن صفتن جي مالڪ هئي. ان
سان ملي هرهڪ کي هڪ دفعو راحت نصيب ٿيندي هئي.
سندس پيروي ڪرڻ باعث فخر سمجهيو ويندو هو ۽ هرڪو
ان سان چاڻ سڃاڻ وڌائڻ لاءِ بيتاب هو.

ننڍپڻ جون علامتون ديرپا اثر رکنديون آهن. مگر
ڪانگ بين سوڪ جي دل و دماغ تي پڻ ننڍي عمر کان
ئي سٺيون علامتون حاوي ٿي چڪيون هيون، جيڪي
اعليٰ نظرين، عمدي ڪردار ۽ نيڪ صفتن واري صورت ۾
ظاهر ٿيون ۽ آهستي آهستي سندس سيرت جي تعمير ۽
تشڪيل اهڙي ريت ٿيندي رهي جو هوءَ هڪ انقلابيءَ
جي بهترين رفيقہ حيات ۽ هڪڙي انقلابي پسند گهرائي جو
قابل اعتماد فرد ثابت ٿي. ❋

# بي انداز صفتن جي مالڪ هڪ مثالي عورت

سـورن مانديـاس، ڀـورن پاسـي آهيان،
سڪن جـي سيد چئي، ڪي آءٌ نـه پياس،
جيڪس آءٌ ڳـاس، ڳري ڳولدر ولي جي. (شاهه)

روزمره جي زندگي ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ جـو ڪردار ڪوريائي عورتن لاءِ هڪ نمونو هـو. هوءَ هڪ انقلابيءَ جي وفادار زال هئي.

انقلابي جدوجهد ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ مڙس جي هر ممڪن مدد ڪئي. هوءَ اعليٰ ڪردار واري عورت هئي. سندس شادي هڪ محب وطـن ۽ انقلاب پسند گهراڻي ۾ ٿي هئي.

مسز ڪانگ بين سوڪ جي شادي ١٧ سالن جي عمر ۾ مسٽر ڪم هيانگ جڪ سان ١٩٠٨ع ۾ ٿي. مسٽر ڪم هيانگ جڪ هڪ بيڊپو جپان مخالف سپاهي هو. سندس پيدائش ١٠ جولاءِ ١٨٩٤ع تي ڏاکڻي هيانگين جي صوبي ۾ ضلعي ڊي ڊ انگ جي نندي ضلعي ڪوپي يانگ واري هنڌ مينگ يانگ ڊي ۾ ٿي هئي. هو مسٽر ڪم بوهيان جو سڀني کان وڏو پٽ هو. هو ننڍپڻ کان ئي بي پناهه ذهانت جو مالڪ هو ۽ فطرتاً نا انصافيءَ خلاف شديد نفرت وارو جذبو رکندو هو. ننڍپڻ کان ئي هو غير معمولي وقار ۽ جاذب شخصيت

جي ڪري دوستن جي حلقي ۾ گهڻو مقبول هو ۽ ماڻهو کيس پروسي جو ڳو سمجهندا هئا.

هو هڪ جوشيلو جپان مخالف سپاهي هو. سندس والد مسٽر ڪمرئوهيان پڻ محب وطن انسان هو. ان جي اثر هيٺ ننڍي عمر ۾ ئي مسٽر ڪمرهيانگ جڪ جي دل ۾، وطن جي بحالي ۽ عوام جي آزادي جا جذبا بيدار ٿي ويا هئا. ان ڪري هو ان وقت ئي جپاني سامراجين خلاف مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو.

مسز ڪانگ بين سوڪ جي پاءُ مسٽر ڪانگ جز سوڪ سان هن جي چاڻ سڃاڻ شا گرديءَ واري وقت کان ٿي چڪي هئي ۽ اسڪول واري زندگي کان ئي هنن تحريڪ آزادي ۾ حصو وٺڻ شروع ڪري ڏنو هو. مسز ڪانگ بين سوڪ جي مڙس ڪمرهيانگ جڪ جو خاندان مالي لحاظ کان تمام غريب هو. سندن خاندان جنگ سانگ ري واري علائقي پيانگ يانگ ۾ رهندڙ هو. پر هو تمام مفلسي وارا ڏينهن گذاري رهيا هئا. سندس ڏاڏو مانگ يانگ ڊي ۾ ان اميد تي منتقل ٿي ويو ته شايد جاءِ تبديل ڪرڻ ڪري سندن خراب حالت ڪجهه سڌري وڃي. هن هڪ زميندار کان قبرون کوٽيندڙ جو گهر مسواڙ تي ورتو ۽ پنهنجي خاندان سان اتي رهي پيو ۽ زميندار کان زمين وٺي هاري جي حيثيت ۾ پوک راهه ڪرڻ شروع ڪئي. اهو ئي قبرون کوٽڻ واري جو گهر اڄڪلهه مينگ يانگ ڊي جو گهر سڏجي ٿو. ان ئي گهر ۾ چار ڪروڙ ڪوريائي

عوام جو محبوب ۽ قابل احترام قائد ڪامريڊ ڪرال سنگ پيدا ٿيو. انهن ڏينهن ۾ مينگ پانگ ڊي درياءَ جي هيٺين علائقي ۾ هڪ پراڻون گوٺ هو. جتي رڳو ٻاجهري ۽ سويابين جي پوک ٿيندي هئي ۽ هن علائقي ۾ خوف، هراس وارو راڄ هو. زميندار پنهنجن هارين کي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني ناجائز تنگ ڪندا رهندا هئا ۽ سدائين ڪجهہ نہ ڪجهہ وٺندا رهندا هئا ۽ جڏهن ڪنهن ناجائز فائدي جي اميد باقي نہ رهندي هئي تہ هو انهن کان زمين ئي کسي وٺندا هئا. مسٽر ڪرهيانگ سنگ جڪ جو خاندان پڻ زندگيءَ جي تلخ حقيقتن ۾ قاتل هو ۽ غربت، تنگ دستي واري مشڪلات برداشت ڪري رهيو هو. سندس ننڍي ڀاءُ مسٽر ڪرهيانگ راڪ پنهنجي خانداني حالتن جو ذڪر جهڙن لفظن ۾ ڪيو آهي ان مان سندن مشڪلاتن جو گهٽ حد تائين اندازو ٿي وڃي ٿو. هو ٻڌائي ٿو.

”اسان جي خاندان جو ڏنڊو پوکي راهي ڪرڻ هو ۽ اسان جي خوراڪ صرف رب هئي. سڄو ڏينهن ان تي گذارو ٿيندو هو. مون کي چڱي طرح ياد آهي تہ منهنجي ننڍپڻ واري وقت ۾ جڏهن اسان جي گهر ڪوئي مهل ڪو مهمان اچي ويندو هو تہ منهنجي ڏاڏي ڏاڍي پريشان ٿيندي هئي. هڪ ڏينهن اسان وٽ هڪڙو مهمان اچي ويو تہ مون بورچي خاني ۾ وڃي ڏاڏيءَ کي اطلاع ڏنو تہ هڪڙو ٻيو مهمان اچي ويو آهي. ڇا اسان کي اڄ وري بہ ٿورڙو کاڌو ملندو؟ ڏاڏيءَ چيو ان کان سواءِ ٻيو ڪهڙو رستو آهي. رب ۾

هڪڙو وڏيڪ پاڻي جـو پيالو وجهي ان کـي وڏيڪ پنڙو ڪرڻو پوندو ته جيئن سيني کي ملي سگهي. اهي ڳالهيون ماضي جـا واقعا ٿيون محسوس ٿين. جيئن تـه اسان جي خاندان جو گذران ڏاڍو ڏکيو ٿي رهيو هو ان ڪري مان اسڪول ۾ پنهنجي تعليم جاري نـه رکي سگهيس ۽ ان ڏينهن کان وٺـي اڄ تائين مونکـ پانڪ ڊپي ۾ پـوکـ راهه ڪري رهيو آهيان."

ان مان ثابت ٿئي ٿو تـه مسٽر ڪرهيانگ جڪ جو خاندان ڪيتري قـدر غريب هـو ۽ هـو محنت مزدوري ڪندي به وڏي مشڪل سان پنهنجو گذران ڪري سگهندا هئا. جيئن ته مسٽر ڪرهيانگ جڪ ننڍپڻ کان ئي غربت واريـون تڪليفون برداشت ڪري رهيو هـو، انڪري سندس دل ۾ انهن جاگيردارن خلاف شديد نفرت وارا جذبا پيدا ٿي پيا، جيڪي رڳو ذاتي مفاد لاءِ عوام کي پريشان ڪندا رهيا ٿـي.

مسز ڪانگ يين سوڪ هڪڙي انقلابي خاندان جي سيني ۾ وڏي نُنهن هئـي. سندن خاندان تمام گهڻن ماڻهن تي مشتمل هو. هن انهن جي جوابدارين وارو بار پاڻ تـي کنيو، هوءَ خانگي ڪمن ۾ پوري توجهه سان حصو وٺندي هئي. بارهن ماڻهن تي مشتمل انهيءَ خاندان جون ذميواريون تمام گهڻيون هيون. جـن کي هـو وڏي محنت سان پورو ڪري رهي هئي. سندس مڙس شاگردي واري وقت کـان انقلابي سرگرمين ۾ بهرو وٺي ڪري اڪثر گهر کان ٻاهر

رهندو هـو ۽ سهوليتون تمام گهٽ. جيتوڻيڪ ان خاندان جـي حالت تمام خراب هئي پـر مسٽر ڪرمچند جـڪ پنهنجي گهراڻي کــان وڌيڪ ملڪ جـي حالت سڌارڻ لاءِ فڪرمند رهندو هو. هن جي سڄي توجهه جو مرڪز سندس غريب عوام هو. علم پرائڻ وقت سندس ذهن ۾ رڳو هڪڙو ئي تصور هوندو هو. سو اهو ته رڳو مادر وطن جي وڃايل آزادي واپس ڪرڻ ڪارڻ علم حاصل ڪرڻ گهرجي. ان ڪري هن هاءِ اسڪول جـي تعليم پوري ڪري پيانگ يانگ ۾ سنگ سيل مـڊل اسڪول ۾ داخـل ٿيو. هڪـن اڪيچار مشڪلاتن جي وجود تعليمي سلسلي کـي جاري رکيو. اڳتي هلي جيئن ته سندس انقلابي سرگرميون تيزتر ٿـي ويون هيون، ان ڪري هـن پنهنجي تعليم کي اڌورو ڇڏي سن هاوا اسڪول ۾ پڙهائڻ شروع ڪري ڏنو. اهڙي ريت هن پنهنجي جدوجهد کـي وڌيڪ وسيع نموني ڏ ـي جاري رکيو. سندس پيءُ مسٽر ڪم يوهيان جڏهن پنهنجي پٽ کي جپان مخالف جدوجهد ۾ حصو وٺندي ڏٺو ته تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ اٿين چئي سندس همت افزائي ڪئي ته جنهن قوم جـو ملڪ کسجي چڪو هجي ۽ جيڪا قوم غلاميءَ واري ذلت آميز زندگي گذاري رهي هجي ان جي عوام لاءِ ان کان سواءِ ڪو رستو نه هيو ته هو آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪن.

سندس پيءُ جا اهي لفظ مسٽر ڪرمچند جـڪ جـي جوش ۽ عمل ۾ واڌاروڪري ڇڏيندا هئا ۽ انهن کان متاثر

ٿـي هن پنهنجي تعليمي دور ۾ انقلابي جدوجهد کي پڻ
جاري رکيو. هڪ ئي وقت هو طالب العلم بہ هو ۽ تحريڪ
آزادي جو سرگرم ڪارڪن پڻ. پنهنجي اڪيچار مصروفيتن
ڪري هو گهريلو ڪمن ڏانهن ڪڏهن ڌيان نہ ڏيندو هو.
پر مسز ڪانگ ٻين سوڪ جي زبان تي ڪڏهن شڪايت
جا لفظ نہ آيا هئا، پر ڪيس ان ڳالهہ تي فخر هو تہ هوءَ
هڪ اهڙي محب وطن سپاهيءَ جي زال آهي جيڪو ملڪ
۽ ملت لاءِ جدوجهد ڪري رهيو هو. هوءَ خانگي ڪمن
کي وڏيڪ ڌيان ۽ محنت سان پوري ڪرڻ جي ڪوشش
ڪندي هئي تہ جيئن سندس مڙس گهر جي ذميوارين کان
پوري ريت آزاد ٿي پاڻ کي قوم ۽ ملڪ جي آزادي جي
لاءِ وقف ڪري سگهي ۽ پنهنجو سمورو وقت جدوجهد
آزادي ۽ انقلابي سرگرمين ۾ مصروف ڪري سگهي. جڏهن
هو پيانگ يانگ ۾ سنگسل مڊل اسڪول جو شاگرد ۽
سن هاوا اسڪول ۾ استاد هو تڏهن هن ڪانگ ڊانگ ۽
سانگ چان جي علائقن جي انهن سڀني ماڻهن سان خفيہ
رابطو قائم ڪيو، جيڪي تحريڪ آزادي ۾ شريڪ هئا.
۽ اهڙي ريت تحريڪ آزادي کي ملڪ اندر ۽ ملڪ کان
ٻاهر وڌ کان وڌ وسيع ڪرڻ لاءِ هو حتي الامڪان ڪوشش
ڪندو رهيو، جنهن ۾ سندس ذاتي شوق ۽ ذوق پڻ شامل هو.

تحريڪ آزادي ۾ حصو وٺندڙ مسٽر ڪرهيانگ جڪ
جي گهر ۾ اڌ رات جو گڏ ٿيندا هئا. سندن ديوان خاني ۾
سڄي رات گذاري صبح جو اتان هليا ويندا هئا. اهي

پنهنجا هٿيار ڪٽي ايندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ديوان خاني ۾ بندوقن جا آواز ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. هو يا ته هٿيار اتي جمع ڪندا هئا جتان اهي ٻين شهرن ڏانهن موڪليا ويندا هئا يا وري ڪجهه پاڻ ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا.

پنهنجي گهر ۾ ايندڙ سمورن ڪامريڊن سان هوءَ انتهائي خلوص ۽ عقيدت سان پيش ايندي هئي ۽ اڪثر اٿين به ٿيو، جو مسٽر ڪرهيارڪ جڪ رات جمو پنهنجي ساٿين سميت گهرڪان ٻاهر هليو ويندو هو ۽ پوءِ جڏهن صبح ٿيندو هو تڏهن هو ماڪ پيل ڪپڙن سان گهر موٽندا هئا. پر مسز ڪانگ ٻين موڪ ڪڏهن ان ڳالهه جي شڪايت نه ڪئي. حالانڪ ننڌس مڙس وٽ ڪپڙن جو هڪ جوڙو هوءِ پوءِ بہ پنهنجي خاوند جي ڪپڙن جي نفاست ۽ پاڪيزگي تي تمام گهڻو ڌيان ڏيندي هئي. جيتوڻيڪ انهن ڏينهن ۾ تقريباً ڏهه پيرا ڇانور پڇائڻ ۽ ڪپڙا ڌوئڻا پوندا هئس پر هن ان جي ڪا پرواهه نه ڪئي ۽ پنهنجي خاوند ۽ سندس ساٿين جي هر وقت خدمت ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ڪندي هئي ڇو ته کيس خبر هئي ته اهي ئي بهادر آهن جيڪي انقلابي جدوجهد ۾ تن، من ۽ ڌن جي بازي لڳائي چڪا آهن. هڪ انقلابي خاندان جي فرد ۽ هڪ انقلابيءَ جي زال هئڻ جي حيثيت سان هوءَ ان ڳالهه کي پنهنجو فرض سمجهندي هئي ته انهن جو نهايت خوش خلقيءَ سان خيرمقدم ڪيو وڃي ۽ گهر جي ذميدارين کي بهتر طريقي سان نباهيو وڃي. اهوئي سبب آهي جو

هوءَ ٿڪاوٽ محسوس ڪرڻ کان سواءِ صبح کان اڌ رات تائين مسلسل ڪم ۾ مصروف رهندي هئي. پرسندس چهري تي ڪڏهن به مايوسيءَ جا ڪرڻا نظر نه ايندا هئا. هڪ انقلابي خاندان جي شان لائق سيبتي ڪم هوءَ تمام خوش اسلوبيءَ ۽ انتهائي ڪفايت شعاريءَ سان سرانجام ڏيندي هئي. نازڪ حالتن ۾ پڻ ڪنهن جي اڳيان هٿ ڊگهيرڻ بجاءِ پنهنجي ذاتي محنت، مشقت سان ئي معاملا سلجهائي ڇڏيندي هئي.

مسز ڪانگ يين سوڪ ڏکيائين تي پنهنجي ذاتي ڪوشش ۽ دانائيءَ سان قابو پائڻ جي اهل هئي. هوءَ هڪ محتاط قسم جي عورت هئي جنهن ڪڏهن به ڪنهن کي اڳيان ڪڏهن به ڪنهن ڪم لاءِ هٿ ڊگهو ڪرڻو نه پيو. هن پنهنجي مسڪيني جو ڪڏهن ڍنڍورو نه ڪيو ۽ نه وري ڪڏهن پنهنجي مفلسي جو ڪنهن اڳيان اظهار ڪيائين.

هر ڪم جي اهميت ۽ افاديت جو هوءَ مختلف پهلوئن کان تجزيو ڪندي هئي ۽ اهڙي ريت ان ڪم کي وڌيڪ موثر ۽ مفيد انداز ۾ ڪري سگهندي هئي. مسز ڪانگ يين سوڪ کي هر ڪم وڏي احتياط ۽ تندهي سان پورو ڪرڻ ۾ ڪمال حاصل هو.

سندس گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ پاڻيءَ جي لاءِ مٽيءَ جو ٿانءُ هو جنهن کي ڏارين تي پيون هيون. ان جي ڏارين کي ڪپڙي جي ٽڪرن ۽ سفيد چيڪي مٽيءَ سان بند ڪري استعمال ڪيو ويندو هو. پر جڏهن ان ۾ هڪ اجان

وڏيڪ ڏرا پيدا ٿي پيئي ته پوءِ ان کي ڪنڊ ۾ رکيو ويو.
مسز ڪانگ بين سوڪ ان ٿانوَ کي بيڪار چائي ڦٽو نه
ڪري ڇڏيو پر ان جي سٺي نموني مرمت ڪري استعمال
ڪرڻ شروع ڪيو. پر جڏهن ٿانوَ ۾ ٻيهر ڏاريون پوڻ
لڳيون ته پوءِ هن ان کي ڪپڙن سان بند ڪرڻ جي ڪوشش
ڪئي. پر جڏهن اهي وڌنديون ويون تڏهن هن پلاسٽر
لڳائي ٻيهر استعمال جي لائق بنايو ۽ پوءِ ان کي
استعمال ڪندي رهي. پوءِ جڏهن اهو ٿانوَ مسز ڪانگ
بين سوڪ جي استعمال هيٺ، آيو ته اهو گندو ۽ ڪارو
ٿانو صاف سٿرو بنجي چمڪڻ لڳو.

”مينگ يانگ ڊي ۾ سندن خانداني پراڻي گهر ۾ اڄ
نه اهو ٿانءُ موجود آهي ۽ اسان کي بي‌شمار صلاحيتن جي
مالڪ عورت جا قصا ياد ڏياريندو آهي.

مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي ڳاهه واري جنيءَ جي
تمام سٺي نموني مرمت ڪري وٺندي هئي. سينڊل جهڙي
ناڪاره ٿيڻ کان اڳ ڏي هوءَ ان جي ترِي کي سٺي نموني
مرمت ڪري ڇڏيندي هئي ته جيئن گهڻو وقت استعمال
ٿي سگهي. اهڙيءَ ريت هوءَ پنهنجي ٻارن جي جتين جي
پڻ مرمت ڪري ڇڏيندي هئي ته جيئن گهڻي وقت تائين
ڪم اچي سگهن. سندس توجهه ان ڳالهه ڏانهن هوندو هو
ته ٻار اگهاڙين پيرين نه گهمن. پلي هو ڳاهه وارا ڏي جوتا
پائن ۽ جيڪڏهن اميرن جي ٻارن جهڙا ربڙ جا بوٽ نه
آهن ته ڪا ڳالهه ناهي. ضرورت ته ان ڳالهه جي آهي ته

اهي اڳهاڙي پيرين نه هلن. بوٽن جي مرمت پاڻ ئي ڪري هوءَ انهن جي عمر ۾ واڌارو ڪري ڇڏيندي هئي. ٽئين سال جي موقعي تي ڪم ال سنگ جي ڏاڏي خاص قسم جي خوبصورت گاهه مان سينڊل جو هڪ جوڙو تيار ڪيو. مسز ڪانگ بين سوڪ ڳاڙهي ڦڪي ۽ نيري رنگ جي ڪپڙن جي ٽڪرن کي گڏي انهن کي گاهه جي تلن جي چوڌاري سبي ڇڏيو. پوءِ هن خوبصورت گلن ۽ ٻوٽن جو هڪ جوڙو ٺاهي سينڊل جي اڳين حصي ۾ لڳائي ڇڏيو. اهڙي ريت اهو هڪ خوبصورت ۽ فيشني جوتو ٿي پيو. ٽئين سال جي مبارڪن کان پوءِ ڏاڏي صبح سويلي اهو عمدو جوتو پنهنجي پوٽي کي تحفي طور پيش ڪيو ۽ وڏي خوشيءَ ۽ خلوص مان چيو "ڏس جنگ سن تنهنجي لاءِ هي بوٽ جو تحفو آهي. ڇو؟ ڇا تو کي زندگي ۾ اهڙي جوتي پائڻ جو حق ڪونهي؟"

ڪامريڊ ڪم ال سنگ کي ننڍپڻ ۾ پيار مان جنگ سن جي نالي سان سڏيو ويندو هو. ڇو ته هي ٿو ته اهو ننڍڙو مارشل ان فيشني سينڊل کي سنڀالي پائيندو رهيو. جيتوڻيڪ مسز ڪانگ بين سوڪ جي زندگي تمام تنگ دستي واري هئي پر هوءَ ڪڏهن مايوس ۽ نااميد نه ٿي هئي ۽ نه وري هن ڪڏهن مفلسي بيان ڪئي. مينگ يانگ ڊي ۾ جبلن جي اوٽ ۾ ڪکن پنن واري گهر پويان هڪ تمام وڏي ٽڪري آهي. ڪامريڊ ڪم ال سنگ ننڍپڻ ۾ دوستن سان خوشيءَ مان ان ٽڪر تان ترڪندو هو ان ڪري

انهيءَ جو نالو ترڪڻ وارو ٽڪر رکيو ويو. ٽڪر ٽاان ترڪڻ ڪري سندس ڪپڙا بن ڏينهن ۾ ميرا ٿي پوندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ليڙون ليڙون ٿي ويندا هئا. اهڙيءَ ريت فوٽ بال کيڏندي سندس بوٽ ۽ ڪپڙا جلدي ڦاٽي پوندا هئا پر مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي پٽ کي ڪڏهن فوٽ بال کيڏڻ يا ٽڪر تان ترڪڻ کان منع نه ڪئي. هن فيصلو ڪري ڇڏيو هو ته پنهنجي معصوم پٽ تي غربت جو تاريڪ پاڇو پوڻ نه ڏيندي. مبادا هو احساس ڪمتريءَ جو شڪار ٿي وڃي. هوءَ کيس احساس محرومي ۽ ناداري کان بچائڻ لاءِ خواهان هئي. جيتوڻيڪ هن کي خود ان ڳالهه جو گهڻو صدمو هو ته سندس پٽ رٻڙ جي بال بجاءِ ڳاهه جي بال سان کيڏي رهيو آهي ۽ ڪاٺي جي سليڊ (١) جي بجاءِ وڻن جي ٽارين جي سهاري برف تي ترڪي ٿو پر اهي ڳالهيون سندس وس ۾ ڪونه هيون. جڏهن سندس ٻار شعور واري حد تي پهتا ته پاڻ چاڻ انهن راندين کان پاسو ڪرڻ لڳا جن سان سندن بوٽ ۽ ڪپڙا ڦاٽي پوندا هئا. جڏهن مسز ڪانگ بين سوڪ سندن اها حالت ڏٺي ته چيائين ان سان ڪهڙو ٿو فرق پوي جو توهان جا ڪپڙا ۽ بوٽ ڦاٽي ٿا پون. اصل مطلب ته اهو آهي ته توهان راند روند وسيلي تازا توانا مضبوط ۽ چاق چوبند ڪردار جا مالڪ ٿيو. جيڪڏهن مان رات جو ڪجهه دير

---

(١) مخصوص قسم جي لٺ جنهن سان برف تي ترڪبو آهي.

وڏيڪ جاڳي سگهندي. ڪٿينديس تہ پوءِ سڀئي معاملا ٺيڪ ٿي ويندا. ان ڪري توهان جيترو ٿي سگهي فوٽ بال کيڏو ۽ ٽکر ٽان ٽرڪڻ واري راند کي پڻ جاري رکو.

مسز ڪانگ يين سوڪ خانگي ڪمن کي تمام سهڻي مليقي سان سنڀاليو ۽ ان سان گڏ پنهنجي ٻارن جي تعليم ۽ تربيت پڻ ان انداز ۾ ڪئي جو انهن کي مادي خواهشن جو غلام ٿيڻ کان بچائي ورتو ۽ ڪفايت شعاري جو بهترين سبق ڏنو. اهو طريقہ ڪار سندس بهترين صلاحيت هئي. اڄ سڀني عورتن کي گهرجي تہ ان فڪر و عمل واري طريقي کي پنهنجي زندگي جو نمونو بڻائين.

هوءَ هڪ سهڻي اخلاق جي مالڪ هئي. سندس لهجي منجهان نرمي ۽ محبت بکندي هئي. هوءَ هر ڪم مڪمل خلوص ۽ وفاداري سان ڪندي هئي. سندس سوچ ۾ ڏاڍي گهرائي هئي. هر غم کي هوءَ مسڪرائيندي برداشت ڪري ڇڏيندي هئي. سندس ان بلند حوصلي ۽ وسيع-النظريءَ جو نتيجو هو جو سندس خاندان ايندڙ وقت ۾ بهتر روشن رستي تي گامزن ٿيو.

مسز ڪانگ يين سوڪ هر معاملي ۾ پنهنجي خاندان سان گهري وابستگي ۽ شگفتگي جو اظهار ڪندي هئي. جڏهن بہ ڪا ڏکيائي ۽ مصيبت پيش ايندي هئي تہ هوءَ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪائي ڪسر نہ ڇڏيندي هئي. سندس خاندان جا سڀئي فرد ڏينهن رات سخت محنت ۽ مشقت ڪندا هئا پر انهن کي رب تي ڏي گذارو ڪرڻو

پوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪين اما رب بہ ٿي وقت نہ ملندي هئي. اهڙي ريت سندن مالي حالت سدائين ابتر ٿي رهي. پوءِ انهن ئي ڏينهن ۾ سندس ڌيئرن جي شادي ٻيو-بن ري علائقي جي هڪ خاندان ۾ ٿي رهي هئي. مالي بحران جي ڪري اهو خوشي جو موقعو وڏيڪ پريشانيون کڻي آيو. تنگ دستي جو اهو حال هو جو ڪنوار لاءِ شادي (لائن) جي وڳي جو ڪو بندوبست نہ ٿي سگهيو. سندس پراڻي وڳي کي ڌوئي شادي لاءِ تيار ڪيو ويو. سندس ڪپڙن ۽ ڪجهہ ٿانون رکڻ لاءِ ڪا صندوق ڪانہ هئي. هوءَ ابائو گهر ڇڏي نئون گهر وسائڻ وڃي رهي هئي. غربت جي ڪري کيس هٿين خالي روانو ڪيو پئي ويو. پنهنجي ڌيءُ کي ان ڪسمپرسيءَ واري عالم ۾ جدا ڪرڻ واري خيال کان سندس ماءُ ٿڌي آهہ ڀري خاموش ٿي ويئي. جيتوڻيڪ مسزڪانگ بين سوڪي پڻ پنهنجي نٽان ڪان ڏار ٿيڻ جو گهڻو ڏک هو پر هوءَ پنهنجي سس جي انهن ڏک ڀرين جذبن ۾ مڪمل شريڪ هئي تہ سندس ڌيءَ والدين جي گهران هٿين خالي وڃي رهي آهي. ان ڪري هوءَ نهايت همدردانہ لهجي ۾ پنهنجي سس سان هن طرح مخاطب ٿي: ”امان! تون ايترو غم نہ ڪر مان هن جي شادي تي کيس پنهنجي صندوق ڏيئي ڇڏينديس. اها بلڪل نئين نظر اچي ٿي. ان تي سس پنهنجي نُنهن جي اِن همدردانہ روش جي گهڻي تعريف ڪئي. پر ان جي انهيءَ پيشڪش کي جلدي قبول نہ ڪيو ۽ چوڻ لڳي، ”نہ ڌيءُ

اُهين نہ ٿو ٿي سگهي. اِها اُهائي صندوق آهي جيڪا توڻ پنهنجي استعمال جي لاءِ اسان جي گهر ڪٺي آئــي هئينءَ. چل گول ۾ تنهنجي پيءُ ماءُ وڏي مشڪل سان ان کــي تيار ڪرايو هوندو ۽ هاڻي اهو ڪيئن ممڪن آهي جو اِها تو کان ولي ڪنهن ٻئي کي ڏني وڃي." ان سان گڏو گڏ کيس اهو به احساس ٿي رهيو هو ته مسز ڪانگ بين سوڪ کي مڙس جي گهرائي طرفان ڪوبه تحفو ڪونہ مليو هو. پر مسز ڪانگ بين سوڪ وري ان ڳالهہ تي زور ڏيندي چيو "امان! اسين پنهنجي گهران هن کي هٿين خالي به ته نٿا موڪلي سگهون. ڇا شادي جي موقعي تي هڪ صندوق به نــہ ڏني وڃي. منهنجي خيال ۾ جڏهن حالتون بهتر ۽ آسان ٿينديون ته اسين پنهنجي لاءِ بــي نئين صندوق خريد ڪنداسين." اُهين چئي مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي آخري موڙي سس جي حوالي ڪري ڇڏي. ڪانگ جي ان معمولي پيٽيءَ کي هوءَ وڏي احتياط ۽ حفاظت سان رکندي هئي. ان وقت اِها ڳاڙهاڻ مائل ڪاٺ جي هڪ پيٽي جنهن ۾ ڪوبہ زيور نہ هو، هڪ تمام وڏو عطيہ ثابت ٿيو. جنهن کي صبح جو ديوٻن ري علائقي ڏانهن پيڙيءَ رستي موڪليو ويو.

اڄ به اِها پيٽي هيمنگ يانگ دي جــي پراڻــي گهر ۾ موجود آهي ۽ مسز ڪانگ بين سوڪ جي نازڪ ۽ محبت وارن جذبن جي ياد ڏياري رهي آهي.

مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي ساهرن جــي هر فرد سان انتهائي خلوص ۽ محبت سان پيش ايندي هئي. سندن

هر خواهش جو احترام ڪندي ۽ انڪي پوري ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندي رهندي هئي ۽ هن ڪڏهن به احسان جتائڻ جي ڪوشش نه ڪئي ۽ نه وري ڪڏهن انهن اڳيان پنهنجي تڪليفن جو ذڪر ڪيو. ايتري قدر جو جيڪڏهن سندس نٽان ڪان ڪا غلطي ٿي به ويندي هئي ته گهر جي مالڪياڻي هئڻ واري حيثيت ۾ هوءَ ان جي جوابداري خود پنهنجي سر ڪٽندي هئي ۽ سدائين هيئن چوندي هئي: ”مان ان جي قصورروار آهيان ۽ مستقبل ۾ ان جي تدارڪ جي مان پاڻ ڪوشش ڪنديس.“ هوءَ سدائين پنهنجي غلطين جو اعتراف ڪري معذرت ڪندي هئي ۽ ڪڏهن ڪنهن ٻئي تي الزام اچڻ نه ڏيندي هئي. سندس ان سهڻي سلوڪ ڪان سندس سس پڻ ڏاڍي متاثر هئي. هوءَ اڪثر پنهنجي پاڙيسرين ۽ رشتيدارن اڳيان پنهنجي نُنهن جي ڏاڍي تعريف ڪندي هئي. ايتري قدر جو ان ڪي قابل تعريف هستي تصور ڪندي هئي. پر هن ڪي خود ان ڳالهه جو ڏاڍو ارمان هو ته هوءَ پنهنجي ان قابل تعريف نُنهن جي لاءِ زندگي جون بنيادي سهوليتون فراهم ڪرڻ ڪان به لاچار هئي. خوراڪ ۽ لباس ته هر شخص جو بنيادي حق آهي پر هوءَ ۽ سندس خاندان وارا ان ڪان به محروم هئا.

مسٽر ڪرهيانگ جڪ تحريڪ آزادي ڪي وڌيڪ تيز ڪرڻ خاطر مانگ يانگ ڏي ڪان ميانگ سن اسڪول ڏانهن منتقل ٿي ويو. اهو اسڪول ضلع ڪانگ ڊانگ جي ضلعي برانچ ڊانگ سمري جي ڳوٺ ڊانگ ۾ آهي. مسز

ڪانگ ين سوڪ پنهنجي مڙس سان گڏ وڃڻ بجاءِ پنهنجي سَسُ وٽ رهڻ وڌيڪ مناسب سمجهيو چاڪاڻ تہ سندس سَسُ جي نازڪ حالت هئڻ ڪري کيس خدمت جي وڌيڪ ضرورت هئي. مسز ڪانگ ين سوڪ اهڙي مشڪل وقت ۾ سس کي اڪيلو ڇڏي وڃڻ پسند نہ ٿي ڪيو. پر خود سندس سس بار بار کيس اهو تاڪيد ڪيو تہ هوءَ پنهنجي خاندان جي انقلابي سرگرمين ۾ ڀرو وٺي سندن مدد ڪري ان جي ڏي اصرار تي هوءَ ٿي سال ۱۹۱۷ع جي بهار جي موسم ۾ ڪانگ ڊانگ رواني ٿي ويئي.

مسٽر ڪم هيانگ جڪ ڪڏهن ڪان انقلابي سرگرمين ۾ وڏي جوش خروش سان حصو وٺي رهيو هو. جڏهن مارچ ۾ مسز ڪانگ ين سوڪ آئي تہ مسٽر ڪم هيانگ جڪ ڪوريائي قومي انجمن جو بنياد رکيو جيڪا جپان خلاف هڪ خفيہ تنظيم هئي. جنهن ۾ ملڪ اندر ۽ ملڪ کان ٻاهر تحريڪ آزادي ۾ حصو وٺندڙ ۽ پيانگ يانگ ۾ واقع سنگ سيل مڊل اسڪول جا سڀ تعليم يافتہ گڏ ٿي ويا ۽ اهڙي ريت هن اهو ڪم ڪري شاندار فرض سرانجام ڏنو.

مسز ڪانگ ين سوڪ ڏينهن رات محنت ڪري مڙس جي سرگرمين ۾ حصو وٺندي رهي ۽ سندس هر ممڪن مدد ڪندي رهي. پر ايتري مصروف زندگي ۾ پڻ هوءَ پنهنجي سس کي نہ وساريو. هن سس کي پاڻ وٽ اچڻ جي دعوت ڏني تہ جيئن هوءَ ڪجهہ وقت لاءِ ڳوٺ جي اوکي زندگي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهي. هن کيس لکي

موڪليو ته "هوءَ خزان جي موڪلن (قمري ڪئلينڊر جي حساب سان ١٥ آگسٽ) تي ايندي. مسز ڪانگ بين سوڪ نهايت بي تابيءَ سان سس جو انتظار ڪرڻ لڳي جنهن سان هوءَ تقريباً ڇهن مهينن کان پوءِ گڏجڻ واري هئي. موڪلن واري رات ڪنهن پاڙيسرين کيس چانورن جو ڪيڪ تحفي طور ڏنو. پر مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي بک ۽ خواهش کي نظرانداز ڪندي اهو ٿڌي پاڻيءَ جي ٿانوَ ۾ حفاظت سان رکي ڇڏيو. هن اهو ڪيڪ سس کي کارائڻ پئي گهريو. جنهن کي ڪهڙي ويلا تي کاڌي ۾ اوباريل جَوَن کان سواءِ ڪجهه به ميسر نه هو. هوءَ هر روز صبح شام ٿانوَ جو پاڻي مٽائيندي هئي ته جيئن ڪيڪ خراب نه ٿي وڃي. سندس سس تقريباً ڏهن ڏينهن کان پوءِ آئي، گهوٽ ۾ ڪنهن ڪم جي ڪري کيس ترسڻو پيو هو. پر هن جي اچڻ تائين ڪيڪ بلڪل تازو ۽ سٺي حالت ۾ هو. سندس سس ڪاڻي مزو ورتو، ۽ پنهنجي ننهن جي تعريف ڪندي چيو "تنهنجو خلوص واقعي قابل تعريف آهي ۽ آڳاٽن داستانن جي ان عورت کان ڪنهن به قيمت ۾ گهٽ ڪونهي جنهن سرديءَ جي موسم ۾ برف هيٺان لڪائي سيٽي بري (١) گڏ ڪيو هو:

مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي ڏيريائي جي هڪ مخلص

(١) Strawberry هڪ قسم جي ميوي دار وڻ جو ميوو جيڪو هنداڻي سان ملندڙ جلندڙ هوندو آهي.

دوست ثابت ٿـي ۽ هـن سان هڪ نندي پيڻ وانگر پيار ڪندي هئي. مسز ڪانگ بين سوڪ جـي شادي کـان ڪجهه سال پوءِ هوءَ ان گهر ۾ ۵ سالن جـي عمر ۾ ئي ننهن ٻنجي آئي. هوءَ پاڻ به هڪ غريب هاري خاندان سان تعلق رکندي هئي جن جي سڄي عمر محنت ۽ تڪليف ۾ گذري هئي. نندي پڻ ڪان ئي سندس اک ۾ ڏک لڳل هو. شادي کان پوءِ به اهو مرض ڪڏهن ڪڏهن ٿيندو هوس ته مسز ڪانگ بين سوڪ وڏي مشفقانه انداز ۾ ڏيرياڻي جي ڏک کي ختم ڪرڻ جـي ڪوشش ڪندي، هوءَ ان کي نهايت نرم لهجي ۾ سڏيندي ۽ پوءِ پنهنجي گوڏن تي ڪنڌ رکي سندس وارن ۾ ڦڻي ڏيندي هئي. هر روز صبح ۽ شام لوڻ واري پڻي سان سندس اک جي ڏک کي ڌوئي صاف ڪندي هئي ۽ ٻين ڪمن ۾ پـڻ سـندس هٿ ونـڊائڻ ۾ ڪڏهن تڪليف محسوس نه ڪندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو هو ته پاڻ ٻڪ ڪاٽي پنهنجي ڏيرياڻي کي ڪاڏو کارائي ڇڏيندي هئي. جڏهن به هوءَ خاص ڪاڏو تيار ڪندي هئي ته ٻنيءَ تي يا ڪوهه تي پنهنجي ڏيرياڻيءَ جـو انتظار ڪندي هئي ۽ چپ چاپ ۾ سندس هٿ ۾ اهو تيار ڪيل ڪاڏو رکي ڇڏيندي هئي.

هوءَ پنهنجي ڏيرياڻي جو نه رڳو انهن ڳالهين ۾ خيال رکندي هئي بلڪ سندس هر ممڪن اها ڪوشش هوندي هئي تـه هوءَ ان جي نظرياتي شعور کـي پـڻ بيدار ڪري سگهي. صبح ۽ شام جڏهن به هو ٻئي گڏجي ٻورچيخاني ۾

ڪاڏو تيار ڪنديون هيون ته مسز ڪانگ بين سوڪ چٽيءَ
جي پرسان ويهي هن ڪي ڪوريائي لفظ سيکاريندي هئي ۽
سهڻي نموني اهي ڳالهيون ڪيس ذهن نشين ڪرائيندي هئي
جن جو هڪ انقلابي خاندان ۾ زندگي گذارڻ لاءِ سکڻ
نهايت ضروري هوندو آهي. جڏهن هو ٻئي ڀينرن ۾ ڪم
ڪنديون هيون ته مسز ڪانگ بين سوڪ وطن عزيز جي
حالتن جي باري ۾ کيس ٻڌائيندي رهندي هئي. پنهنجي
اهڙي پرخلوص سلوڪ جي ڪري هن ڏيرياڻي جي محبت
حاصل ڪري ورتي ۽ آهستي آهستي ڏيرياڻي جي دل ۾
مسز ڪانگ بين سوڪ جي لاءِ احترام وڌندو ويو.

مسز ڪانگ بين سوڪ اتر اوڀر چين هلي وئي. هن
جي اوڏانهن وڃڻ کان پوءِ سندس ڏيرياڻيءَ مسٽر ڪم-
هيونگ جڪ جي اوچتي موت جي خبر ٻڌي ته هوءَ تمام
گهڻو پريشان ٿي ۽ هر وقت مسز ڪانگ بين سوڪ جي
خيريت لاءِ دعائون گهرندي هئي ته ڪنهن نموني هوءَ
خيرعافيت سان پنهنجي ديس واپس اچي سگهي ۽ کيس اهو
پڻ يقين هو ته مسزڪانگ بين سوڪ سان رڳو ان صورت
۾ ملاقات ٿي سگهندي جڏهن سندن ملڪ جپاني سامراجين
جي غاصبانه تسلط کان آزاد ٿي ويندو. هوءَ نهايت بي-
چينيءَ سان ان ڏينهن جو انتظار ڪندي هئي جڏهن جپاني
پنهنجي ظلم ۽ تشدد جي بدلي تباهه ۽ برباد ٿي ويندا ۽
هوءَ پنهنجي محسن ۽ مشفق دوست سان ملاقات ڪري
سگهندي. جڏهن به کيس اها خبر ملندي هئي ته ڪامريڊ

ڪم ال سنڪ جپان خلاف مسلح جدوجهد لاءِ تنظيم ناهي ان جي اڳواڻي ڪئي آهي تہ ڪيس هڪڙدم مسز ڪانگ بين سوڪ جو خيال ايندو هو ۽ هوءَ بلند آواز ۾ چوندي هئي "جهڙي ماءُ تهڙو پٽ" اهي ٻئي بہ شخص هئا جيڪي ڪيس ڪائنات ۾ قابل تقليد ۽ قابل فخر نظر ايندا هئا.

مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي پاڙيسرين تي ڏاڍي مهربان هئي. هوءَ غريبن جي پوري خلوص سان مدد ڪندي هئي. هڪ ڀيري ڪيس معلوم ٿيو تہ ڪنهن پاڙي واري عورت کي ڪجهہ مالي امداد جي گهرج آهي. هن هڪدم پنهنجي هڪ چاڻ سڃاڻ واري عورت کان اها رقم اڌاري وٺي ان ضرورت مند عورت جي مدد ڪري ڇڏي. پرجڏهن اها پاڙيسري عورت پيسا موٽائڻ کان لاچار ٿي پيئي تہ مسز ڪانگ بين سوڪ ان کان گهرڻ بجاءِ پنهنجو هڪ وڳو وڪڻي ڇڏيو ۽ اهڙي ريت هن پاڙيسريءَ جو حق ادا ڪري ڇڏيو.

مسز ڪانگ بين سوڪ صرف مالي مدد ئي نہ ڪندي هئي بلڪ هوءَ ذهني ۽ جذباتي زندگيءَ ۾ پڻ انهن جي مدد ڪندي هئي. سندن نظرين ۾ انقلاب جو تصور بيدار ڪرڻ جي لاءِ سدائين ڪوشان رهندي هئي. ٻين کي ڏک ۽ تڪليف ۾ ڏسي سدائين پريشان ٿي پوندي هئي. هوءَ پاڻ تمام گهڻي محنت ڪري ٿڪجي چور ٿي پوندي هئي. پر هن پاڙي وارين عورتن جي ڪمن ۾ هٿ ونڊائڻ کان ڪڏهن بہ نہ ڪيٻايو. ڪڏهن ڪنهن سان گڏ اُنُ پيهي

رهي آهي ته ڪڏهن ڪنهن جي سلائي جو ڪم پورو ڪرائي رهي آهي ۽ اهڙي ريت ڪنهن سان گڏجي ٻنيءَ ۾ ڪم ڪري رهي آهي. اهوئي سندس روزاني زندگي جو دستور هو ته جيڪڏهن ڳوٺاڻي عورت ڪنهن مصيبت ۾ مبتلا ٿي ويندي هئي ته هوءَ پاڻ سندس گهر وڃي تسلي ۽ آٿت ڏيندي هئي. جيڪڏهن ڪو بيمار ٿيندو هو ته سندس عيادت لاءِ ميون جي ٽوڪري کڻي ويندي هئي. اهي ميوا هوءَ پنهنجي گهر جي ميوي وارن وڻن مان گڏ ڪندي هئي.

مسز ڪانگ ٻين سڀ انتهائي غربت ۾ به پرسڪون زندگي گذاري رهي هئي ته جيئن ٻين سان ڀلائي ڪري سگهي. ڪوريائي عورتن جي لاءِ مسز ڪانگ ٻين سڀ جو ڪردار بهترين زندگي جو نمونو آهي. ❋

# خاندان کي انقلاب سان وابسته رکڻ جو هڪ نمونو

موں کي مٺارن جا، نِنڊيا ڪيم نهار،
سامائِـا سـري ٿڏي، اڇـا اگـڻ ڏار،
ناڏو ڪيس، نهار، هي سر پڻ ڏينڊا سٺ ۾. (شاهه)

مسز ڪانگ بين سوڪ ان سلسلي ۾ پـڻ ڪورياڻي عورتن جي رهنمائي ڪئي تـه هڪ خاندان ڪهڙي ريت انقلابي جدوجهد سان پنهنجا تعلقات وابسته ڪري سگهي ٿو.

مسز ڪانگ بين سوڪ نـه رڳو پنهنجي خاندان ۾ انقلابي روح ۽ آزادي جي تڙپ پيدا ڪئي، بلڪ انهن جي اهڙن بنيادن تي تعمير و تشڪيل ڪئي جنهن سان محبت ۽ عدل و انصاف جي فضا سدائين قائم رهي. هن پنهنجي زندگي جي هر عمل کي مسٽر ڪم هيانگ جڪ جي انقلابي سرگرمين جي طابع بنايو. هوءَ پـاڻ بنين ۾ ڪم ڪندي رهي ۽ ٻارن جي تعليم و تربيت جو به پاڻ خيال ڪيائين ۽ مڙس جي انقلابي سرگرمين ۾ پاڻ حصو وٺندي رهي. ڏکين وقتن ۾ به هن پنهنجي مڙس جي دوستن جي هر ممڪن مدد ڪئي. جناب ڪم هيانگ جڪ جـو خاندان سدائين مسڪينيءَ جو شڪار رهيو. هو تنگ دستي واري زندگي

گذاريندا رهيا. تڏهن بہ سندن گهر ۾ سدائين ماڻهن جي آمد جو سلسلو جاري هو. جڏهن هو مينگ يانگه ڏي ۽ ڪانگ ڊانگ ۾ رهائش پذير هئا تہ روزانو سندن گهر ۾ مهمان ايندا رهندا هئا۽ پوءِ جڏهن هو اتر اوڀر چين ڏانهن منتقل ٿي ويا تہ اتي مهمانن جي آمدرفت ۾ اڃا بہ واڌارو ٿي ويو. ڪجهہ مهمان تہ هڪ ڏينهن ترسندا هئا ۽ ڪي اهڙا بہ هوندا هئا جيڪي ڪيترن ڏينهن تائين ترسندا هئا ڇو تہ ڪامريڊ پنهنجين سرگرمين ڪي جپاني سامراجين جي ڪڙي نگراني ۾ پڻ جاري رکندا هئا ۽ کين دشمن جي اکين ۾ خاڪ وجهي پنهنجو پروگرام جاري رکڻو پوندو هو. ان ڪري سندن اچڻ جي ڪا تاريخ يا ڏينهن مقرر نہ هوندو هو. ڪڏهن اهي مهمان اڌ رات مهل اچي ويندا هئا ۽ ڪڏهن اهڙي وقت بہ ايندا هئا جڏهن سيئي ڪاڌي جون شيون ختم ٿي وينديون هيون ۽ هوءَ کين رڳو رب بہ مهيا ڪري نہ سگهندي هئي.

مهمانن جي اهڙي مسلسل اچ وڃ تي هن ڪڏهن بہ ناراضگيءَ جو اظهار نہ ڪيو نہ وري ڪڏهن سندس زبان مان شڪايت جا جملا نڪتا. جيڪڏهن ڪنهن وقت ڪاڌي مهل ڪو مهمان اچي ويندو هو تہ هوءَ پهرين پنهنجي ڪاڌي جو حصو ان اڳيان رکندي هئي پوءِ باقيءَ ۾ پاڻيءَ جو پيالو وجهي ان کي ڇلو ڪري ڇڏيندي هئي. ۽ پوءِ پاڻيءَ جهڙي ڇڏي رب هوءَ خوراڪ طور استعمال ڪندي هئي.
کيس سدائين ان ڳالهہ جو احساس رهندو هو تہ سندس مڙس

پنهنجي ساٿين سان سڪون ۽ تحمل سان بحث مباحثو ڪري سگهي ۽ ڪنهن قسم جي پريشاني کان سواءِ هو پنهنجي انقلابي جدوجهد کي جاري رکي سگهي. ان کان سواءِ هوءَ پاڻ رضاڪارانه طور تي سندس جدوجهد ۾ عملي حصو وٺڻ لاءِ تيار رهندي هئي. ان چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته مسز ڪانگ بين سوڪ جي اهڙي هردلعزيزي سندس بلند ظرفي ۽ بي‌لوث خدمتن جوئي نتيجو هئي. اها مسز ڪانگ بين سوڪ جي پاڪيزه ۽ نفيس عادت هئي ۽ مسٽر ڪم‌هيانگ جڪ جو ڪردار ۽ بلند اخلاق جنهن جي ڪري هوءَ ماڻهن جي دلين تي حڪمراني ڪندي هئي.

مسز ڪانگ بين سوڪ هڪ مشفق ۽ مهربان ماءُ هئي پر جپاني سامراجين خلاف جدوجهد ۾ سچائي ۽ مضبوط قوت ارادي سان شريڪ ٿيندي هئي. اهو ڪوريائي قومي انجمن جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ جو واقعو آهي جو ١٩١٧ع جي خزان جي موسم ۾ هڪ صبح جو مسٽر ڪم‌هيانگ جڪ، ڪانگ ڊانگ سن اسڪول ۾ نوجوان شاگردن کي حب الوطني جو سبق ڏيئي رهيو هو ته عين ان وقت اسڪول جي چوديواري ۾ تي جپاني سپاهي اگهاڙين تلوارن سان آزادانه طور ظاهر ٿيا. سمورا شاگرد پنهنجي استاد جي ليڪچر ٻڌڻ ۾ رڌل هئا. اوچتو اهي سپاهي ان ڪمري ۾ داخل ٿيا ۽ مسٽر ڪم‌هيانگ جڪ کي گرفتار ڪري ورتائون. شاگردن جي احترام ۽ عقيدت واري جذبي

جو اهو عالم هو جو اهي روئندي پنهنجي استاد کي چنبڙي پيا ۽ سپاهين جي چوڌاري گهيرو ناهي سندن رستو بند ڪري ڇڏيائون. اهڙي نازڪ وقت ۾ مسٽر ڪم هيانگ جڪ جي منهن تي ڪنهن قسم جي گهٻراهٽ يا نا اميدي جا تاثرات ظاهر نه ٿيا پر هڪ بيخوف ۽ بهادر مردن وانگر سپاهين جي تشدد جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي. سپاهين ڪاوڙ وچان پنهنجا هٿيار ڦيرايا ۽ مسٽر ڪم هيانگ جڪ کي هلڻ جو حڪم ڏنو.

ان ئي سال بهار جي موسم ۾ ڪم هيانگ جڪ ڪوريائي انجمن جو بنياد رکيو هو. اڃا سال ڪان ٿوروئي وڌيڪ وقت گذريو هوندو جو محبان وطن جو هڪ وڏو تعداد هن تنظيم ۾ شامل ٿيو ۽ ملڪي محبت جي تم چيا ڳالهه ڪجي! سندس سرگرمين جو دائرو ٻاهرين ملڪن تائين پهچي چڪو هو. ان ڪري جپاني سامراجي ان تنظيم جي اڳواڻ کي گرفتار ڪرڻ لاءِ چتا ٿي پيا هئا. جنهن جي نتيجي ۾ انهن مسٽر ڪم هيانگ جڪ سميت ٻين ميمبرن کي ۽ قومي انجمن سان تعلق رکندڙ تقريباً هڪ سؤ ماڻهن کي هڪ ئي وقت ملڪ جي مختلف هنڌن تان گرفتار ڪري ورتو.

درحقيقت ڪوريا تي جپاني سامراجين جي غاصبانه قبضي ڇمائڻ کان پوءِ اهو پهريون تمام وڏو واقعو هو. جدوجهد دوران مسٽر ڪم هيانگ جڪ جي لاءِ اها پهرين ڪڙي آزمائش هئي. ان کان سواءِ اهو مسز ڪانگ ٻين

سوڪ جي زندگي جو پڻ اهم ترين واقعو هو جنهن سان سندس دل ۾ دشمن خلاف شديد نفرت پيدا ٿي ۽ ڪيس جنگ آزادي ۾ وڌيڪ دلچسپي ۽ جوش و خروش سان حصو وٺڻ تي مجبور ڪري وڌو. پوليس جي پهري مان نڪرندي مسٽر ڪمهيانگ جڪ وڏي مشڪل سان پنهنجي زال جي نالي هڪ خفيه خط لکيو ۽ ان کي پيڙهيءَ رستي ان تائين پهچائڻ جو انتظام پڻ ڪري ورتو جنهن ۾ تنظيم جي رازن کي لڪائڻ جي هدايت ڪئي ويئي هئي. اها لکت ملندي مسز ڪانگ بين سوڪ فوراً ان تنظيم جي ضروري ڪاغذن کي ٻاهر ڏيئي ڇڏي. جپاني سپاهين کي انهن دستاويزن جي باري ۾ خبر ملي ته اهي گهر ۾ آهن، ته هو گهوڙن تي سوار ٿي جلدي سندن گهر ڏانهن روانا ٿيا. پر ڪاغذن سڙڻ کان ڪجهه ڪلاڪ پوءِ اچان هنن گهر جي تلاشي وٺڻ شروع ئي مس ڪئي هئي جو مسز ڪانگ بين سوڪ ٻنهي کي خوف ۽ هراس جي ڦڙتائي سان سندن ڪراءُ ڪيو ۽ خوفناڪ انداز ۾ سندن منهن ۾ ڏڪون هڻندي چيو "وڃون! ۽ جهڙي نموني چاهيو گهر جي تلاشي وٺو." جپاني سپاهين پهريائين ته ڏمڪائڻ ۽ ڌڪارڻ شروع ڪيو پر پوءِ مسزڪانگ بين سوڪ جي غيرمتوقع مضبوط ڪردار کان اهڙو ڊنا جو افراتفريءَ جي عالم ۾ پٺي لڪائي ڀڄي نڪتا.

انهن ڳالهين منجهان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته هوءَ ڪيتري قدر مضبوط قوت ارادي واري عورت هئي. دشمن

خلاف نسورو قهر و غضب هئي ۽ هوءَ وڏي بيخوفي ۽ بيجگريءَ سان دشمن جو مقابلو ڪندي هئي پر پنهنجي عوام لاءِ نهايت مشفق ۽ روشن خيال عورت هئي. زندگي ۽ جنگ آزادي جي باري ۾ سندس نقطئہ نظر ترقي پسندانہ هو ۽ وطن عزيز جي بحالي ۽ آزادي جو کيس پختو يقين هو.

مسز ڪانگ بين سوڪ ان اميد تي زندگي بسر ڪئي تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن وطن عزيز جي بحالي ۽ آزادي جي خوشخبري ضرور پڌندي ۽ ان پختي يقين سان جدوجهد ڪيائين. هن هڪ ناقابل تسخير قوت ارادي سان زندگي بسر ڪئي. ڪاميابي جو پختو يقين سندس دل و دماغ ۾ وينل هو.

مسز ڪانگ بين سوڪ جي يقين محڪم کي ياد ڪندي سندس هڪ پاڙيسري عورت ماڏريوءَ هن طرح چيو، ”مان ۽ مسز ڪانگ بين سوڪ اڪثر گڏجي انقلابين جي لاءِ ڪاڌو تيار ڪنديون ۽ سندن ڪپڙا ڌوئينديون هيوسين. پر مون کي تہ ائين محسوس ٿيندو هو تہ جيئن اهو سڀ (ڪم) بيڪار آهي ۽ اسان جي انهن ڪوشش جو ڪو ڪارگر نتيجو نہ نڪرندو.... هڪ ڏينهن مون کيس چيو ڀيڻ! اسين پلي ڪيتري بہ سخت محنت ڇو نہ ڪيون پر مون کي تہ ان جو ڪو خاص فائدو نظر نہ ٿو اچي. ڪيترن سالن کان ماڻهو قومي آزاديءَ ڪارڻ جدوجهد ڪري رهيا آهن ۽ سدائين اهوئي چوندا رهندا آهن تہ بس اسان جو ملڪ جلد آزاد ٿي ويندو پر اڄ ڏائين آزاد فضائن ۾ ساهہ

ڪٿڻ نصيب ناهي ٿيو. منهنجو ته اهو خيال آهي تـه هاڻي اسان کي آزاديءَ وارين ڳالهين تـي گهٽي وقت تائين يقين ڪرڻ نه گهرجي. اهي رڳو ڳالهيون ئي ڳالهيون آهن جن جـو ڪوبه عملي نمونو نظـر نـه ٿو اچي. منهنجون اهـي ڳالهيون ٻڌي مسز ڪانگ بين سوڪ سنجيده ٿي ويئي ۽ وڏي تحمل سان جواب ڏيـڻ لڳي. پيڻ! اهو فطرت جـو طريقو آهي ته هر ڳالهه پنهنجي مند تي ٿڙندو آهي. جيتوڻيڪ اڄ اسين سخت حالتن ۾ گرفتار آهيون پر اهو ڏينهن ضرور ايندو جڏهن ڪوريا هڪ آزاد ملڪ هوندو پوءِ اسين سڀ گڏجي خوشي ۽ آرام واري زندگي گذاريندا سين."

ان ڳالهه مان ظاهر ٿئي ٿو ته مسز ڪانگ بين سوڪ جـي دل ۾ ڪوريا جـي آزادي جـو پختو يقين هو. هن ڪوريا کي نه رڳو پنهنجي جواني جو نذرانو پيش ڪيو، پر پنهنجي زندگيءَ جـي هـر پياري شيءِ کـي جدوجهد آزاديءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي مڙس جي انقلابي جدوجهد ۾ سدائين تعاون ڪيو. نه رڳو اهو پر هوءَ ڪوريا جي ماءُ هئڻ جي حيثيت سان سڀني انقلابين جـي سدائين مدد ڪندي رهي.

جيئن ته فتح ۽ ڪامراني جو کيس پختو يقين هـو ان ڪري زندگي ۽ جدوجهد جـي باري ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ جو خيال سدائين پر اُميد هو.

ان ڳالهه تي سندس يقين ڪامل هو ته ڪوريا هڪ ڏينهن آزادي ۽ خود مختياري حاصل ڪندو ۽ ان جو عوام

جپانين جي ظلم ۽ ستم مان آزاد ٿي هڪ آزاد معاشري ۾ خوش گوار ۽ پرمسرت زندگي گذاريندو. اهوئي سبب هو جو جڏهن مسٽر ڪم هيانگ جڪ کي گرفتار ڪيو ويو ته هوءَ قطعاً نا اميد ۽ مايوس نـه ٿي پر ان جي ابتڙ سندس سائين جي انقلابي سرگرمين ۾ سندن پورو پورو سات ڏنو. پنهنجي پاڙيسري عورتن جي دلين ۾ آزاديءَ جو جذبو بيدار ڪري سندن شعور کي پختو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. بعد ۾ ميل ملاقات واري زندگي گذارڻ ۾ انهن جي رهنمائي ڪئي. پوري خلوص، چاهنا ۽ دانائي سان پنهنجي ٻارن جي تعليم و تربيت ڪجهه اهڙي انداز سان ڪئي جو انهن ۾ بهترين انقلابي صلاحيتون پيدا ٿي ويون ۽ اهي ان لائق ٿيا جو پنهنجي پيءُ واري عظيم مقصد کي پايهءِ تڪميل تائين پهچائي سگهن. ❋

# مسز ڪانگ بين سوڪ بحيثيت مادر ڪوريا

”هڪ عظيم ماءُ جنهن ڪوريائي عوام جي محبوب اڳواڻ ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي تربيت ڪئي.“

مسز ڪانگ بين سوڪ جي جان نثاري ۽ وفاداري جا ڪيترائي بهترين قصا مشهور آهن. جن منجهان اهو اندازو ٿئي ٿو ته ڪهڙي نموني هن اسان جي هردل عزيز ۽ قابل احترام اڳواڻ ڪم ال سنگ جي تعليم و تربيت ڪري ڪيئن ڪوريا جي انقلاب جو عظيم رهنما بڻائي ڇڏيو. هتي انهن منجهان ڪجهه واقعن جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو.

مسز ڪانگ بين سوڪ هڪ بهادر محب وطن ۽ انقلاب پسند عورت هئي. سندس عزيز ترين مقصد انقلاب کي ڪامياب ڪرڻ جي ڪوشش دوران هميشه لاءِ هن ڪان جدا ٿي ويو. پوءِ هن پنهنجي جگر جي ٽڪرن جي تربيت به اهڙي نموني ڪئي جيئن اهي انقلاب جي انهن رستن تي ڪاميابيءَ سان هلڻ جي لائق ٿي سگهن.

## قائد ڪوريا جي سرپرست ۽ هڪ بهترين استاد

١- مسز ڪانگ بين سوڪ هڪ بهترين استاد هئي جنهن مستقبل جي ٤ ڪروڙ ڪوريائي عوام جي عظيم رهنما ۽ ممتاز شخصيت جي پالنا ڪئي.

هن ننڍپڻ کان ئي ڪامريڊ ڪم ال سنگ کي حب الوطني

جي عظيم مقصد جي تعليم ڏيڻ شروع ڪري ڏني هئي. هوءَ پنهنجي پٽن جي ذهن ۾ بيءُ جي روح کي بيدار ڪرڻ گهرندي هئي. سندس اهائي انتهائي ڪوشش هئي ته حب الوطني جي جذبن ۾ اهي ٻئي پنهنجي مرحوم پيءُ جي برابري ڪري سگهن. وطن عزيز جي آزادي خاطر مسٽر ڪم هيانگ جڪ کي اڪثر گهر کان ٻاهر رهڻو پوندو هو. جڏهن هو گهر کان ٻاهر ويندو هو ته زال کي سدائين تلقين ڪندو هو "مارشل ڪرال منگه جي ابتدائي عمر ۾ ئي اهڙي تربيت ڪجانءِ جو هو هڪ عظيم محب وطن سپاهي ٿي سگهي."

منهنجي دل جو ٽڪرو، ڪوريا جو سپوت
معلم هـــي ٿيندو، ٿيندو جمـــود،
هـــي مهذب بــه ٿيندو ۽ سالار پڻ،
هـــي مخلص بـه ٿيندو ۽ جيدار پڻ،
اسان جـي وطـــن جـــو وڌائيندو شان،
هـــي آ ڪوريا جــو بهادر جوان.

مسٽر ڪم هيانگ جڪ اهو گيت ان زماني ۾ لکيو هو جڏهن مارشل اڃان ٻارڙو هو. هوءَ اڪثر پنهنجي ننڍڙي سپاهيءَ کي اهو ٻڌائي ڏاڍو خوش ٿيندي هئي. ان گيت جي ٻولن ۾ مسٽر ڪم هيانگ جڪ جي پاڪيزه ۽ اعليٰ نموني جـي اميدن ۽ آرزوئن جـو روح سمايل هـو. مسز ڪانگ بين سوڪ جو اهو معمول هو ته هر روز صبح ۽ شام پنهنجي مارشل کي اها لولي ٻڌائيندي هئي. اهڙي

ريت هـوءَ سندس دل ۾ وطن جـي محبت، جو ٻج پوکي رهي هئي.

مسز ڪانگ ٻين سوڪ پنهنجي پٽ جي پرورش ڪڙي نگرانيءَ سان ڪري رهي هئي ۽ هوءَ انهن ڳالهين ڏانهن خاص توجهه ڏيندي هئي ته هو ڪهڙي نموني جا لفظ سکي رهيو آهي ۽ ڪهڙي نموني پنهنجي ڏکيائن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هـن جو هـر قول ۽ فعل مسز ڪانگ ٻين سوڪ جي توجهه جو مرڪز هو. اهڙي طرح هوءَ پنهنجي پٽ جـي صحيح رخ ڏانهن رهنمائـي ڪري رهي هئي. هوءَ سندس معمولي ڳالهين ۽ ڪمن کي به نظر انداز نہ ڪندي هئي ۽ نہ وري سندس ڪمزورين تي ڪاوڙبي هئي پر انهن کي درست ڪرڻ لاءِ سدائين ڪوشش ڪندي رهندي هئي. جڏهن مـارشل ڪمِال سنگ ڳالهائڻ شروع ڪيو تہ مسز ڪانگ ٻين سوڪ کيس سيکاريو تہ ڪهڙي نموني پنهنجن بزرگن سان وڏي ادب ۽ عاجزيءَ سان پيش اچڻ گهرجي. والدين ۽ وڏن کي وڏي احترام سان مخاطب ٿيڻ گهرجي.

جڏهن مارشل ڪمِال سنگ عمر جون ڪجهه منزلون طئي ڪيون تہ مسز ڪانگ ٻين سوڪ کيس پڙهڻ سيکارڻ خاطر مختصر ٻولن وارو هڪ نئون گيت چيو، ۽ هن جي دل ۾ نوان آرزو ۽ اُمنگ جنم وٺندا رهيا. اهـو گيت هن طرح آهي:

آسمان بلند ۽ بالا آهي

زمين وسيع ۽ ڪشادي آهي
تون هڪ عظيم انسان ٿيءُ
جيڪو آسمانن کان،
مٿانهون ۽ برتر هجي
۽ جنهن جي دل ۾ سڄي
ڌرتيءَ کان وڌو وسعت هجي۔

ننڍڙي مارشل جي تعليم ۽ تربيت ڪرڻ وقت مسٽر ڪمهيانگ جڪ جي زندگي جا مثال روشنيءَ جو مينار ثابت ٿيا. مسز ڪانگ بين سوڪ ننڍڙي پٽ اڳيان سدائين ديءَ جا جيئرا جاڳندا مثال پيش ڪيا ۽ انهن جي ڏي روشني ۾ سندس دل ۾ حب الوطني جو جذبو ۽ مطالعي جو شوق پيدا ٿيو. انهن زنده مثالن سان هن ڪم ڪرڻ جي عملي صلاحيت ۽ ناقابل شڪست جدوجهد جو جذبو حاصل ڪيو (١).

سڄي ڪوريائي قوم مسز ڪانگ بين سوڪ جي شڪرگذار آهي جنهن ننڍڙي مارشل جي تعليم و تربيت تي پورو توجهه ڏنو. مارشل ڪمال سنگ پنهنجي ماءُ جي

(١) مسٽر ڪمهيانگ جڪ جي زبردست خواهش هئي ته، هو علم حاصل ڪري ۽ هن اهو ارادو ڪري ڇڏيو هو ته پنهنجي علم کي عملي جامو پڻ پهرائي. هو پنهنجي انقلابي اصولن تي سدائين قائم رهيو ۽ بدترين حالتن ۾ پڻ پنهنجي جدوجهد هلائيندو رهيو.

ذريعي ئـي پيءُ جــي نظرين ۽ جدوجهد واري جذبي کــي حاصل ڪيو. مسز ڪانگ بين سوڪ جــو انداز فڪر ۽ ان جون اخلاقــي صلاحيتون مارشل کــي ننڍي عمر ۾ ئي ورثي ۾ مليون چڪيون هيون. پنهنجي والدين جــي بهترين ڪردار جي مثالن کـي نمونو بڻائي ننڍڙي مارشل ڪم ال سنگ پنهنجي بزرگن جو احترام ڪرڻ، دوستن سان محبت ڪرڻ سکيو ۽ انهن وانگر ئــي هو محنتي ۽ رحمدل هو. سندس ماءُ صبح سويري زمين تي ڪم ڪرڻ لاءِ نڪري ويندي هئي ۽ بورچي خانو سدائين صاف سٿرو رکندي هئي. ۽ اڄ جو ڪم سڀاڻي تي ڪڏهن به نه ڇڏيندي هئي. ايتري قدر جو چانڊوڪي رات ۾ ئـي ميرا ڪپڙا ڌوئي ڇڏيندي هئي ۽ صبح جو انتظار نه ڪندي هئي. پنهنجي مــاءُ جي اهڙي مشقت واري زندگيءَ کي ڏسي مارشل جــي دل ۾ عزت ۽ احترام وارا جذبا وڌيڪ مضبوط ٿي ويا ۽ هو ماءُ جو انتهائي سعادت مند پٽ ثابت ٿيو. بيماري جي ڏينهن ۾ جڏهن ماءُ ڪم کان واندي ٿي گهر موٽندي هئي ته هو ڊوڙي وڃي کيس چنبڙندو هو ۽ مــاءُ جــي ٿڪل هٿن کي مضبوطيءَ سان پڪڙي پنهنجي ننڍڙي وات سان لڳائــي گرم گرم ساهه کڻندو هو ته جيئن اهي گرم ٿي وڃن. رات جو سمهڻ مهل هو فرش جي گرم حصي تــي بسترو لڳائي مــاءُ کي سڏيندو هو تــه "امان هي تنهنجو هنڌ آهــي." جيڪڏهن ڪنهن وقت روزانــي مشقت ۽ ٿڪاوٽ سبب ماءُ بيمار ٿي پوندي هئي تــه رات لڱڻ تائين سندس جسم

کي زور ڏيندو ۽ بخار واري حالت ۾ گرم نرڙ تي ٿڌي پاڻي جون پٽيون رکندو هو.

ننڍ پڻ کان ئي مسز ڪانگ بين سوڪ، مارشل ڪرال سنگ جي تربيت دشمن کان نفرت ڪريو ۽ آخر تائين جنگ ڪريو، واري انداز سان ڪئي هئي. جڏهن مسٽر ڪم هيانگ جڪ جيل ۾ هو ته مسز ڪانگ بين سوڪ ننڍڙي مارشل کي ٻڌائيندي هئي ته سندس پيءُ وطن عزيز جي آزادي خاطر جپاني سامراجين خلاف جدوجهد ڪري رهيو هو. جپاني سامراجي نه رڳو ڪوريائي عوام جا دشمن آهن جن انهن کان ملڪ کسي ورتو آهي پر سندس خاندان جا پڻ ڪٽر دشمن آهن جن سندس بيگناه پيءُ کي قيد ڪري ورتو آهي ان ڪري توکي جلد جوان ٿي جپاني سامراجين کان ڪوريائي عوام ۽ پنهنجي پيءُ جو انتقام وٺڻو آهي. اهڙي ريت مسز ڪانگ بين سوڪ ننڍ پڻ کان ئي مارشل جي دل ۾ دشمن لاءِ نفرت ۽ وطن خاطر محبت وارا جذبا پيدا ڪري ڇڏيا هئا. جڏهن ته ماءُ جي زبان مان اهڙا لفظ ٻڌندو هو ته مارشل کي پنهنجي پيءُ جو خيال اچي ويندو هو ۽ هن جي دل ۾ جپاني سامراجين لاءِ نفرت ڀريا جذبا جاڳندا هئا ۽ هو واعدو ڪندو هو ته مان پنهنجي پيءُ جو بدلو هر حال ۾ وٺندس جيئن مون کي منهنجي ماءُ سبق ڏنو آهي.

مسٽر ڪم هيانگ جڪ کي گذريل خزان جي موسم ۾ آزاد ڪيو ويو. قيد و بند جي تڪليفن جي اثر ڪري

جسماني ڪمزوري گهٽي ٿي پيئي هئي. جڏهن اها تڪليف ڪجهه ختم ٿي ته هن سفر جو سامان ٻڌو ۽ اتر اوڀر چين جو رخ ڪيو ته جيئن بلند مقصدن جي حاصلات جي لاءِ نين تدبيرن تي عمل ڪيو وڃي. موڪلائڻ وقت مسٽر ڪرهيانگ جڪ هيٺين لفظن ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو.

”هڪ غلام ملڪ ۾ زندگي گذارڻ مان ڇا فائدو؟ آزادي جي حاصلات ئي منهنجي زندگي جو مقصد آهي جنهن لاءِ جپاني سامراجين خلاف مون ڪي جدوجهد جاري رکڻي آهي. خواهه ان جي پاداش ۾ منهنجي جسم کي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو وڃي. جيڪڏهن مان ناڪام ٿيس ته منهنجي موت کان پوءِ منهنجو پٽ جدوجهد ڪندو رهندو. جيڪڏهن اهو به آزادي حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي ويو ته پوءِ سندس اولاد هر قيمت تي ان جدوجهد کي جاري رکندو ۽ اهڙي ريت فتح و نصرت جي منزل ڏانهن وڌندا رهندا سين ايتري قدر جو ملڪ جي آزادي جو جهنڊو آزاد فضائن ۾ جهومڻ لڳي.

مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي پٽ جي دل کي حب الوطني جي جذبن مان معمور ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ ان ۾ اهوئي ناقابل تسخير مجاهدانه روح پيدا ڪري ڇڏيو جيڪو سندس پ يءُ مسٽر ڪرهيانگ جڪ جي خاص سڃاڻپ هئي جنهنجو زندگي جي هر شعبي ۾ اظهار ڪندو رهيو. هن پنهنجي مڙس جا مٿي ذڪر ڪيل لفظ سدائين

ياد رکيا ۽ هوءَ اکثر انهن لفظن کي پنهنجي پٽ مارشل کمرال سنگ اڳيان دهرائيندي هئي ته جيئن اهو به مجاهدانه صفن ۾ پنهنجي پيءُ سان همسري ڪري سگهي. مسز ڪانگ بين سوڪ هڪ بهترين استاد پڻ هئي. هوءَ پاڻ پنهنجي پٽ مارشل ڪمرال سنگ جي مطالعي جي نگران به هئي ۽ مددگار پڻ. جيئن ئي ڪامريڊ ڪمرال سنگ پڙهڻ ۽ لکڻ جهڙو ٿيو ته مسز ڪانگ بين سوڪ وڏي ڪوشش سان سندس پڙهائي جو انتظام ڪيو ۽ سندس نگران پڻ رهي ۽ پڙهڻ ۾ سندس رهنمائي پڻ ڪندي رهي. ننڍپڻ ۾ جڏهن مارشل پنهنجي پيءُ کان لکڻ پڙهڻ سکي رهيو هو ته مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي پٽ کي مليل سبق ياد ڪرائيندي هئي ۽ کيس بهتر نموني سمجهائي ڏيندي هئي ته جيئن هو صحيح نموني سمجهي ۽ ياد ڪري سگهي.

جڏهن مارشل ڪمرال سنگ اسڪول ۾ داخلا ورتي ته مسز ڪانگ بين سوڪ سندس مطالعي واري شوق کي وڌائڻ لاءِ کيس چوندي هئي ته سندس پيءُ ڪهڙي نموني شوق ۽ دلچسپي سان ڪتاب پڙهندو هو. اهڙي ريت سندس دل ۾ محنت سان علم حاصل ڪرڻ وارو جذبو پيدا ڪري ڇڏيائين.

مسٽرڪم هيانگ جڪ پڙهڻ جو ڏاڍو شوقين ۽ ڪتابن جو ڏاڍو قدردان هو. هو اڪثر چوندو هو ته ڪتاب هڪ خاموش استاد آهي. هو ڪڏهن به ڪنهن خوبيءَ کان سواءِ

ڪتابن جو مطالعو نہ ڪندو هو. هن جپان جي خلاف ۽ حب الوطني وارن جذبن سان ڀرپور هر ڪتاب پڙهيو. جڏهن بہ ڪيس خبر پئي تہ ڪنهن وٽ اهڙو ڪتاب موجود آهي جيڪو جپان خلاف جدوجهد ۾ مدد ڪري سگهي ٿو تہ اهو هو هر حال ۾ وٺڻ لاءِ تيار ٿي ويندو هو ۽ پوءِ پوش ڏيئي لڙيءَ رات تائين پڙهندو رهندو هو. بعد ۾ ختم ڪرڻ کان پوءِ مقرر وقت تي واپس ڪري ڇڏيندو هو. ان ڪري مينگ ياڱ ڊي گهراڻي ۾ رات جو ڪافي دير تائين روشني نظر ايندي رهندي هئي. هو نہ رڳو رات جو دير تائين پڙهندو رهندو هو پر صبح جو پڻ پڙهڻ لاءِ ڪتاب کڻي ويندو هو. ايتري قدر جو جڏهن هو ٻنين ۾ ڳئون چارڻ لاءِ ڪاهي ويندو هو تہ سندس هڪ هٿ ۾ رسو هوندو هو ۽ ٻئي هٿ ۾ ڪتاب! جڏهن هو ڳاهہ ڳاهيندو يا ٻاهہ ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون گڏ ڪندو هو تہ ان وقت پڻ هڪڙو ڪتاب ضرور سندس هٿ ۾ هوندو هو. ايتري قدر جو جڏهن ڪيس زمين ۾ ٻج گڏائڻ يا لاباروڪرڻ مان ڪجهہ واندڪائي ملندي هئي تہ فوراً پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويندو هو. ڪتاب منجهان جيڪو علم حاصل ڪندو هو ان کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ڪوشان رهندو هو. جڏهن بہ هو ماڻهن سان ملندو هو تہ هيئن چوندي سندن حوصلا افزائي ڪندو هو "پختي ارادي وارا ٻنجو ۽ پنهنجا مقصد بلند رکو."

مسٽر ڪم هيانگ جڪ ننڍڙي ٻُرش سان هي بہ لفظ "بلند مقصد" وڏن اکرن ۾ لکي گهر جي پٺ تي ٽنگي

ڇڏيا هئا. ۽ اهي ئي لفظ ڪانگ ڊانگ مين سن ۽ ميانگ سن اسڪول جي پٽين تي ڏسڻ ۾ ايندا هئا.

ان زماني ۾ هـو جسماني طرح ٻـه فولادي قوت جو مالڪ ٿي ويو هو ۽ مادر وطن کي آزاد ڪرائڻ واري پنهنجي آرزو کي عملي روپ ڏيڻ لاءِ سدائين جدوجهد ڪندو رهيو. ماءُ جي ڪارگر جملن ۽ ٻـيءَ جـي زنده مثالن ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي مطالعي واري شوق کي تيز تر ڪري ڇڏيو ۽ هو پوري خلوص ۽ دلچسپي سان مطالعو ڪرڻ لڳو.

هڪڙو پوڙهو ماڻهو ڪم جوسي هي، ووليءَ جو پراڻو رهواسي هو. ان ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي مطالعي واري شوق جي تصوير هن طرح چٽي آهي.

”جڏهن مسٽر ڪم سانگ جُو (اهو ڪامريڊ ڪم ال سنگ جو ننڍپڻ جو نالو هو) شي‌هي وولي ڳوٺ ۾ رهندو هو تڏهن هو ڪڏهن ڪڏهن اسان وٽ اچي ترسندو هو ته مان کيس اڪثر ڪمچول هو ۽ ٻي گون بي سان بحث مباحثو ڪندي ڏسندو هوس. اهي ٻئي ٻـه هن ڳوٺ جا رهندڙ هئا. جڏهن هو اسان وٽ رهيل هـو تڏهن هـن منهنجي سالي، ريانگ سُڪو کي ڪوريائي لفظ ۽ حساب سيکارڻ شروع ڪيا ۽ اينتري قدر جو ان لاءِ هو پاڻ ڳڻيندو، سمجهائيندو ۽ لکندو هو ڇاڪاڻ جو کيس خبر نه هئي ته اهو ڇوڪرو اسڪول پري هئڻ ڪري وڃي نه سگهندو هو. پوءِ جڏهن هو وڃڻ لڳا ته مون کي پڻ لکڻ پڙهڻ جي تلقين ڪيائين. اينتري قدر جو ويندي وقت مون کي هڪ ڊڪشنري ڏيئي

ويو.“

مسٽر ڪم سونگ جو ڀاءُ رهائش دوران جڏهن به ڪجهه وقت ملندو هو، هو هڪ وڏو ڪتاب پڙهندو هو. ايتري قدر جو جڏهن هو رات جو بستري ۾ سمهڻ ويندو هو ته ان وقت به سندس هٿ ۾ ڪتاب هوندو هو ۽ صبح جو جڏهن اٿندو هو ته ان وقت پڻ ڪتاب سندس هٿ ۾ هوندو هو. مون کي خبر ناهي ته رات جو سمهندو به هو يا نه. شايد هو سڄي رات ويهي پڙهندو رهندو هو.

مسز ڪانگ بين سوڪ، ڪامريڊ ڪمال سنگ جي پڙهائي لاءِ سموريون ممڪن سهوليتون کيس مهيا ڪري ڏنيون هيون. هوءَ ان ڪمري کي وڏي ڌيان سان صاف سٿرو رکندي هئي جنهن ۾ هو مطالعو ڪندو هو ۽ سدائين ان ڳالهه جو خيال رکندي هئي ته هو پڙهائي وقت ڪنهن نموني پريشان نه ٿئي ۽ ڪائي شيءِ کيس رخنو نه وجهي. جڏهن هو پنهنجي گهرڪان پري پاڻاڪو ۾ زير تعليم هو، تڏهن هوءَ بهار جهڙي موسم ۾ گل چونڊي گلدان ناهي سندس ڪمري ۾ ميز تي رکندي هئي. سرديءَ جي موسم ۾ سندس مطالعي جي ڪمري ۾ بخارو ٻاريندي هئي ته جيئن ڪمرو گرم رهي، متان هو سردي محسوس ڪري ۽ اهڙي ريت سندس پڙهائي ۾ رخنو پوي. انهن ڏينهن ۾ جيتوڻيڪ غريبي واري زندگي گذاري رهي هئي پر ان جي باوجود مسزڪانگ بين سوڪ هر ممڪن ڪفايت شعاري کان ڪم وٺندي هئي ۽ ڪجهه پيسا بچائي وٺندي هئي ته

جيئن ڪم ال سنگ جي لاءِ بُڪ ۽ پينسلون خريد ڪري سگهجن ۽ سندس بُتيءَ لاءِ گاسليٽ پڻ وٺي سگهجي.

مسز ڪانگ پين سوڪ پنهنجي ٻارن کي انقلابي اصولن سان وفادار رهڻ جي تعليم ڏني ۽ سندس دل ۾ هڪ ناقابل شڪست قوت ارادي جو بنياد رکيو.

جڏهن به هو پنهنجي اولاد جي مستقبل جي باري ۾ سوچيندي هئي ته سندس سوچ ۾ محض ٻارن جي محبت جو جذبو حاوي نه ٿيندو هو بلڪ سندس خيال ۾ بلند ارادا هوندا هئا جن مطابق هوءَ معاملن کي سنوارڻ جي ڪوشش ڪندي هئي.

اها ان سال جي ڳالهه آهي جڏهن ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي عمر ٻارهن سال هئي ۽ هن پاتاڪو پرائمري اسڪول مان چار ساله ڪورس پورو ڪري ورتو هو. ان وقت مسٽر ڪم هيانگ جڪ اهو فيصلو ڪيو ته ڪامريڊ ڪم ال سنگ کي ڪوريا واپس وڃڻ گهرجي. ۽ اتي وڃي ڪوريائي زبان سکڻ گهرجي. پنهنجي وطن عزيز جي واقعن ۽ حقيقتن کي ڏسي مشاهدو ڪرڻ گهرجي. پنهنجي ديس - واسين جي تڪليفن ۽ مسئلن جو احساس تڏهن ئي سندس دل ۾ پيدا ٿيندو جڏهن هو پاڻ وڃي انهن جي پنهنجي حالت کي ڏسندو ۽ تڏهن ئي اهو ٿي سگهي ٿو ته هو ايندڙ انقلاب جي لاءِ جدوجهد ڪري. اهو سوچي هن ١٢ ساله نوجوان کي حڪم ڏنو ته هو ڪوريا وڃي اتي حالتن جو مطالعو ڪري. ڪامريڊ ڪم ال سنگ کي اهو ٻڌڻ

چيو ويو ته هو مانگ يانگ ڊي تن اڪيلو ويندو.

اهو قمري سال جي جنوري مهيني جو آخري ڏينهن هو. اتر جون ٿڌيون هوائون لڳي رهيون هيون ۽ شديد برف پئجي رهي هئي. هڪ ماڻهو لاءِ اهو ڏاڍو ڏکيو آهي جو اها پنهنجي پٽ کي هزارين ميلن جو مفاصلو ڪرڻ لاءِ اڪيلو روانو ڪري ۽ اهو به اهڙي موسم ۾ جڏهن ته جهجهي برف باريءَ جي ڪري سمورا جبل ۽ درياهه برف جي ڍيرن سان ڍڪيل هجن. پر مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي مامتا وارن سمورن جذبن کي اندر ۾ ئي سمائي ڇڏيو. چاڪاڻ ته هوءَ سندس مستقبل جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻجڻ نه پئي چاهي ان ڪري هن پاڻ فيصلو ڪن انداز سان پنهنجي پٽ کي حڪم ڏنو ته هو فوراً ڪوريا وڃڻ جي تياري ڪري چاڪاڻ ته هن سمجهيو ٿي ته ڪم هيانگ جڪ پنهنجي پٽ کي جن انقلابي رستن تي هلائڻ پئي گهريو ان لاءِ کيس ڪوريا وڃڻ گهرجي. ڪاسريڊ ڪم ال سنگ جنهن جي عمر مشڪل سان ٻارهن سال هئي، هزارين ميلن جي مسافري ڪرڻ لاءِ تن تنها روانو ٿيو. ڪڏهن هن پيادل سفر پئي ڪيو ته ڪڏهن انهن گهوڙن تي ٿي ويٺو جيڪي هو چنگ واري رستي سان ڪانگيءَ وڃي رهيا هئا. پوءِ اتان مانگ يانگ ڊي تائين سڄو رستو پيادل ئي طئه ڪيائين.

مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي ٻارن جي دلين ۾ ننڍپڻ کان ئي اڻ مٽ انقلابي روح پيدا ڪري ڇڏيو هو.

هاڻي ڪامريڊ ڪمال سنگ ڪوريا واپس پهچي ويو هو ۽ هو چانگ يوڪ اسڪول ۾ تعليم پرائي رهيو هو. پر سالن کان پوءِ کيس خبر ملي ته سندس پيءُ کي جپاني سامراجي پوليس ٻيهر گرفتار ڪيو آهي. پنهنجي پيءُ جي گرفتاري ۽ ماءُ جي اڪيلائپ جو خيال ڪري ١٤ سالن جي ڇوڪري ڪامريڊ ڪمال سنگ پڪو ارادو ڪيو ته هو ان اجنبي ملڪ ۾ واپس وڃي. پنهنجي ماءُ جي حفاظت لاءِ هن ٻيهر آهي اڏنگا طويل رستا طئہ ڪيا. مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي پٽ سان ملي انتهائي خوش ٿـي ۽ سندس خوشي جو سبب اهو هو ته سندس پٽ ڪيتري قدر نہ خوداعتمادي سان ڏکي مسافري پيرين پنڌ طئہ ڪري پهتو هو.

پر هن ان ئي رات ڪامريڊ ڪمال سنگ کي ان-ڪيانگ موڪلي ڇڏيو. انهن ڏينهن ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ پاتاڪا ۾ رهندڙ هئي ۽ سندس گهر جپاني سامراجين جي ڪڙين نظرن هيٺ هو ۽ هو ان جي چوگرد مڪمل طور چوڪس هئا. مسز ڪانگ بين سوڪ نهايت هوش مند عورت هئي. هوءَ دشمن جي گهرين سازشن ۽ شرانگيز چالن کي نهايت هوشياريءَ سان سمجهي رهي هئي. ڪامريڊ ڪمال سنگ کي قوي اميد هئي ته ايتري طويل مسافري طئہ ڪرڻ کان پوءِ ۽ ڏکي جدائي جي صدمن سهڻ کان پوءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ رات تہ پنهنجي گهر ۾ گذارڻ جي اجازت ملي ويندي ۽ نئين منزل ڏانهن اسرڻ کان اڳ هو صرف هڪ رات تہ ضرور ترسندو. ائين برابر هو تہ

دشمن هن خاندان خلاف بدترين نموني گهات گهڙي رهيو هو پر ڪامريڊ ڪمال سنگ جي اها دلي خواهش هئي تہ هو هڪ رات پنهنجي گهر ۾ رهي. جڏهن پٽ جي اهڙي قسم جي خواهش هجي تہ پوءِ ان جو اهو فطري نتيجو آهي تہ ماءُ جي پڻ اها بي‌پناهہ خواهش هوندي تہ هوءَ پنهنجي پٽ کي پاڻ وٽ رهائي ۽ ڪنهن نموني پاڻ کان جدا نہ ٿيڻ ڏئي. جيئن ئي هو رات جي ڪاڏي کان واندا ٿيا، هن پنهنجي ڪامريڊ ڪمال سنگ کي مخاطب ٿيندي چيو، ”تنهنجو پيءُ جيل ۾ آهي ۽ هو اتي حفاظت هيٺ آهي. تو کي پنهنجي پاڙن سميت اڄ رات ئي هي گهر ڇڏڻ گهرجي. پنهنجي پيءُ جي دوست رو گيانگ ڊووٽ، اين-ڪيانگ ڏانهن هليا وڃو.“ انهن جملن سان هن پنهنجي پٽ کي روانو ڪري ڇڏيو جيڪو ان رات ئي هزارين ميل ڊگهو سفر طئہ ڪري پهتو هو ۽ ڪافي عرصي کان پوءِ گهر آيو هو.

ان منجهان ثابت ٿئي ٿو تہ مسز ڪانگ بين سوڪ بي اُصول محبت ۽ ماهتا کان مغلوب ٿي پنهنجي عظيم مقصدن کي ڪڏهن فراموش نہ ڪندي هئي ۽ نہ وري هوءَ پنهنجي عظيم ترين پٽ کي غلط نموني جو پيار ڏيئي ڪيس آزادي جي اصولن کان غافل ڪرڻ گهرندي هئي. پنهنجن پارن ۾ مضبوط انقلابي روح ڦوڪڻ واري خيال سان خود مسز ڪانگ بين سوڪ وڏي ضبط و تحمل سان مشڪلاتون برداشت ڪندي رهي ۽ هن ڪڏهن بہ پنهنجي ڪمزوريءَ

جو بارن اڳيان اظهار نہ ڪيو. جيتوڻيڪ کيس ٽڪائيندڙ سخت محنت و مشقت ۽ ناقابل برداشت بک پيو ڏئي پوندي هئي. پر هوءَ سدائين خوش باش ڪلندي نظر ايندي هئي. پوءِ کيس اوچتو هڪ اهڙو صدمو پهچي برداشت ڪرڻو پيو جنهن کي هوءَ آخري دم تائين وساري نہ سگهي. سندس مڙس مسٽر ڪمهيانگ جڪ ٦ جون ١٩٢٦ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. اهائي هستي سندس زندگيءَ جو آخري سهارو سندس محبت ۽ عقيدت جو آخرين مرڪز هئي. جنهن سان سندس وچن هو تہ هوءَ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ان سان گڏوگڏ رهندي ۽ سندس آزاديءَ واري جدوجهد ۾ مسلسل حصو وٺندي رهندي.

بيشڪ هوءَ ان ڳالهہ کي پسان لاءِ تمام وڏو اعزاز ۽ قابل فخر عمل تصور ڪندي هئي تہ سندس مڙس مادر وطن جي وڇايل آزادي حاصل ڪري ۽ عوام جي خاطر بنا خوف خطري جي پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏي. پر مسٽر ڪمهيانگ جڪ جي عمر صرف ٣٢ سال هئي جو هن فاني دنيا کي خيرباد ڪيو. سندس دل ۾ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ تڙپ هئي ۽ اها تڙپ ۽ سندس جذبن ۽ احساسن جو جذبو ئي سندس زندگي هئي. پر افسوس! موت جي چنبن ان تڙپ کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو. هو جنهن جذبي واري باهہ ۾ جلي رهيو هو، تنهن سان آزاديءَ جي شمع روشن ٿي رهي هئي. پر موت کيس ايتري اجازت نہ ڏني تہ هو ان جي روشني ڏسي سگهي. وطن عزيز جي

وچايل آزادي خاطر هـو مصروف عمل رهيو. عوام جـي آزادي خـاطر هـو سچـي زندگـي تڙپندو رهيو ۽ مسلسل جدوجهد ڪندو رهيو پـر ڪيس آزاد مـاحول ۾ ساهه کڻڻ نصيب نـه ٿيو. سندس موت جـو صدمو مسز ڪانگ بين سوڪ جي لاءِ اڻ وسرندڙ هو. هي اهڙو غم هو جنهن جو متبادل ڪنهن وٽ موجود ڪونه هو.

هوءَ زماني جي ناموافق حالتن جو وڏي حوصلہ مندي ۽ جرأت سان مقابلو ڪرڻ جي عادي هئي. بدترين حالتن ۾ پڻ هوءَ مايوس نه ٿيندي هئي. هوءَ هميشه خوشي سان تڪليفون برداشت ڪندي رهي. چاڪاڻ ته ڪيس پنهنجي عظيم مڙس جـي رفاقت حاصل هئي ۽ ڪيس پنهنجي مڙس واري جدوجهد ۾ پورو يقين هو. ڪيس اهـو ڏسي بي پناهه خوشي نصيب ٿيندي هئي تـه وڏ ڪان وڏ ڪامريڊ سندس مڙس جي حلقي ۾ داخل ٿيندا وڃن ٿا ۽ اهي ان تي پورو يقين ۽ اعتماد رکن ٿـا. اهڙي ريت آهستي آهستي سندس مڙس جي قدردانن ۾ واڌارو ٿيندو پيو وڃـي. هوءَ پنهنجي مڙس جـي ناقابل تسخير آزاديءَ واري روح ڪان سدائين همت و استقلال جـو درس وٺندي هئي. هـوءَ جڏهن ڪيس ناڪامين واري اونداهيءَ ۾ پـڻ پُر اُميد ۽ حـوصلي منـد ڏسندي هئي ته ان سان خود سندس اداسي ۽ افسردگي ختم ٿي ويندي هئي. اهڙي قابل تعريف ۽ مستقل مزاج هستيءَ جي زال هئڻ تي هوءَ سدائين فخر محسوس ڪندي هئي. اهوئي سبب آهي جـو مسز ڪانگ بين سوڪ جي دل ۾

پنهنجي مڙس جي لاءِ بي پناهہ محبت ۽ عقيدت وارا جذبا هئا.
پر هاڻي اها عظيم ترين هستي هن کان هميشه جي لاءِ جدا ٿي ويئي هئي جيڪا سندس اميدن جو آخري سهارو هئي ۽ جنهن سان کيس والهاڻہ محبت ۽ عقيدت هئي. سندس جنازي ۾ مصلح ڪامريڊن ۽ عوام شرڪت ڪئي. اهي سڀ وڏي آواز سان زاروقطار روئي رهيا هئا ۽ سندن دليون گهري غم وارن جذبن سان پرڙيل هيون.

ايتري قدر جو اهي چيني پڻ گوڙها ڳاڙي رهيا هئا جن کي ان کان ڪافي فائدا پهتا هئا. سندس پيرو ڪار غمگين مجسما بڻيا سندس ميت تي سسڪيون پريندا رهيا ۽ سر جهڪائي عقيدت منديءَ جو اظهار ڪيائون. پر مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي گوڙهن تي ضابطو رکيو ۽ پنهنجي ٻارن اڳيان بلڪل گوڙها نہ ڳاڙيا. هن پنهنجي ٻارن کي ماتمي ڪپڙن ۾ قبرستان موڪلي ڏنو پر هوءَ پاڻ نہ ويئي.

اها ڳالهہ ڪيئن تسليم ڪري سگهجي تہ هڪ اهڙي نرم دل ۽ مهربان عورت مڪمل خاموش رهي ۽ هن قطعاً گوڙها نہ وهايا هجن. ڀلا اهو ڪيئن ٿي سگهيو ٿي تہ پنهنجي مرحوم مڙس، پنهنجي قريب ترين رفيق ۽ پنهنجي زندگي جي ٿنڀي کان جدا ٿيڻ تي بہ سندس گوڙها نہ وهيا هجن. هي تہ اها هستي هئي جنهن جي خيال ۽ اميدن، جنهن جي زندگي ۽ جدوجهد ۾ هوءَ سدائين ساٿي رهي. حقيقت ۾ هن سيني کان وڏيڪ گوڙها ڳاڙيا پر هوءَ اڪيلائي ۾

زاروقطار روئندي هئي. جڏهن به ڪامريڊ ڪمال سنگ پنهنجي ماءُ کي پيءُ جي قبر تي وڃڻ لاءِ چيو تڏهن هوءَ سدائين اهو چئي ٽاري ڇڏيندي هئي ته نه! مان گهر ۾ تي رهان توهان گڏجي هليا وڃو. پوءِ هوءَ اڪيلي مڙس جي قبر تي ويندي هئي ۽ هر ڀيري غم جي شدت ڪان بي تاب ٿي ڳوڙها ڳاڙيندي هئي. سندس ڳوڙها رڳو ڏک جا نه هئا پر اهي دشمن خلاف شديد نفرت جو اظهار پڻ ڪندا هئا ۽ اهي ڳوڙها ان پختي ارادي جو پڻ اظهار ڪندا هئا ته هوءَ دشمن خلاف پوري جوش و خروش سان جنگ ڪري پنهنجي مڙس جي وصعت کي عملي جامو پهرائيندي ۽ يقيناً سوڀ حاصل ڪندي. مسز ڪانگ بين سوڪ ان دل ڏاريندڙ صدمي کي وڏي صبر ۽ استقلال سان برداشت ڪيو ڇاڪاڻ ته سندس ذهن ۾ رڳو هڪ ئي مقصد هو ته سندس اولاد انقلابي جدوجهد کان دل نه ڪٽي وڃي. جيڪڏهن هو ماءُ کي مقصد کان هٽندي ڏسندا ته سندن عملي قوت پڻ متاثر ٿيندي. ان ڪري جڏهن غم جي شدت سبب سندن دل سست ٿيڻ لڳندي هئي تڏهن هوءَ هڪدم انتقام واري باهه جي شعلن کي ڀڙڪائي انهن ۾ ڪوشش ۽ عمل جو نئون روح ڦوڪي ڇڏيندي هئي.

اهڙي ريت مسز ڪانگ بين سوڪ جي ڪردار جي جيڪا تصوير اسان جي اکين اڳيان ايري ٿي ان جي نمايان خصوصيت اها آهي ته هوءَ تمام محتاط عورت هئي. معمولي ڳالهين ۾ به پڻ احتياط ڪندي هئي. ۽ سندس عمل

جـي ڪسوٽي رڳو هڪ ئي ڳالهه هئي تـہ انقلابي جذبو جهڪو نـہ ٿي وڃي ۽ سندس اولاد انقلابي جدوجهد کي ڪامياب بنائڻ لاءِ سرگرم عمل رهي.

### انقلابي مقصد ۽ ماءُ جي مامتا

ٻچ ۾ پيچڻن ڪاءِ، پاءِ پاڇاري ان سي،
مچڻ تنهنجي ماءُ، منهن مٺاهون نہ ڪري.
(خليفو)

ماءُ جي مامتا هڪ فطري جذبو آهي. مسز ڪانگ بين سوڪ جي دل پڻ ان محبت واري جذبي سان سرشار هئي. پـر هن پنهنجي ان قيمتي سرمائي کـي انقلاب خاطر وقف ڪري ڇڏيو هو. سندس شفقت انقلابي جذبي جي تابع هئي.

سندس خانداني زندگي جا سمورا ڪم ۽ سندس سيئي خانداني معاملا انقلابي جدوجهد سان لاڳاپيل هئا ۽ انهن کي پڻ ان روشني ۾ سلجهايو ويندو هو. اهڙي طرح اولاد واري پيار ۾ پڻ اهو انقلابي جذبو شامل ٿي ويو هو. کيس اولاد ان ڪري عزيز هو تہ وطن عزيز جي لاءِ جدوجهد ۾ حصو وٺندو ۽ وطن جي محبت دراصل پنهنجي ٻارن جـي محبت جو ئي عڪس هئي. جنهن جـي آزادي ان ڪري عزيز هئي جو کيس ٻار عزيز هئا ۽ سندس تمنا هئي تہ اهي آزاد زندگي گذارين.

جيتوڻيڪ سندس زندگي ۾ اڪيچار مشڪلاتون هيون

۽ قدم قدم تي نهايت ڏکين حالتن سان منهن ڏيڻو پوندو هو. پر هن ڪامريڊ ڪرال سنگ کي اعليٰ تعليم ڏني جيڪا سندس پيءُ جي خواهش هئي. مسٽر ڪرهيانگ جڪ جي وفات کان پوءِ کين اهو گهوٽ ڇڏڻو پيو ڇاڪاڻ ته اتي هو انقلابي جدوجهد جاري رکي نه ٿي سگهيا. ان ڪري هو هڪڙي نئين گهوٽ ڏانهن هليا ويا. پوءِ اتان ڪامريڊ ڪرال سنگ کي مڊل اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. ڇاڪاڻ ته اعليٰ سندس مرحوم پيءُ جي آخري وصيت هئي. جڏهن هو مرڻ ڪنديءَ تي هو تڏهن هن سيني کي گهرائي هيٺين لفظن ۾ وصيت ڪئي هئي.

”مان پنهنجي منزل تي پهچڻ کان اڳ دنيا منجهان موڪلائي رهيو آهيان، جيتوڻيڪ مان پنهنجي زندگي ۾ پنهنجي مطلب ۽ مقصد کي حاصل ڪري نه سگهيس پر مون کي توهان تي پورو يقين ۽ ڀروسو آهي. توهان کي هڪ گهڙيءَ لاءِ به پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي مفاد کي وسارڻ نه گهرجي. ڀلي توهان جي کَل لاهي جسم ٽڪرا ٽڪرا ڪيو وڃي پر پنهنجي هن وڇايل وطن کي ضرور حاصل ڪجو. منهنجي خواهش آهي ته مان هڪ ڀيرو وري پنهنجي وطن عزيز ۾ وڃي سگهان. جڏهن اوهان جو وطن دشمن جي قبضي کان آزاد ٿي وڃي، ته منهنجو لاش ڏي- ڊانگ درياهه جي ڪنڌيءَ دفن ڪري ڇڏجو.“

ائين چوندي هن پنهنجا پستول مسز هڪانگ بين سوڪ

جي حوالي ڪري ڇـڏيا ۽ کيس اها نصيحت ڪئي تـہ جڏهن ڪامريڊ ڪرال سنگ وڏو ٿئي تہ هي ان جيحوالي ڪري ڇڏجانءِ ۽ وڌيڪ اهو بہ چيو تہ چاهي توکي تمام گهڻي محنت، مشقت ۽ پريشانين سان منهن ڏيڻو پوي پر ان کي ضرور مڊل اسڪول ۾ تعليم ڏيارجانءِ.

مسزڪانگ بين سوڪ انهن عظيم ذميوارين کي پوري ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي. جيتوڻيڪ مڙس جي وفات کان پوءِ دشمن جـي زور ۽ غـربت ۽ افلاس سبب سندس تڪليفن ۾ بيپناهہ واڌارو ٿي ويو هو. تڏهن بہ هن ڪڏهن همت نہ هاري ۽ نهايت پختن ارادن سان پنهنجي جدوجهد کـي جاري رکيو. اينتري قدر جو هوءَ ڪامريڊ ڪرال سنگ کـي مڊل اسڪول مـوڪلڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي.

مسٽر ڪرهيانگ جڪ جي ان آخري خواهش جـي پورائي لاءِ کيس ڪڏهن سلائي جـو ڪم ڪرڻو پيو تـہ ڪڏهن پين جـا ڪپڙا ڌوئڻا پيا. هـوءَ سڄو ڏينهن سلائي ڪرڻ ۽ ڪپڙا ڌوئـڻ ۾ گذاري ڇڏيندي هئي. پوءِ بـہ مشڪل سان ڏهہ پيسا ڪمائي سگهندي هئي.

هوءَ پائي پائي جو حساب ڪري پئسا گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي ۽ اهڙي ريت هو ان قابل ٿـي سگهي جو پنهنجي پٽ ڪامريڊ ڪرال سنگ کي چن لن کي يوون مڊل اسڪول ۾ داخل ڪرائي سگهي. بين جا ڪپڙا سبي نـہ رڳو پنهنجي پٽ جـو تعليمي خرچ پورو

ڪري رهي هئي بلڪ انهن محب وطن جي مدد پڻ ڪندي هئي جيڪي ملڪ جي خاطر جدوجهد ۾ مصروف هئا. انهن ڏينهن ۾ سندن گذران ڏاڍو مشڪل سان ٿيندو هو. سڄو ڏينهن محنت ڪرڻ ڪري هوءَ سخت بيمار ٿي پوندي هئي پر هن انقلابين جي مدد ڪرڻ کان ڪڏهن خاموشي اختيار نہ ڪئي. هوءَ ڏينهن رات تڪليفون برداشت ڪندي رهي ۽ محب وطن جي مدد ڪري انقلابي جدوجهد ۾ پڻ حصو وٺندي رهي.

سندس مرحوم مڙس جي ڪجهہ ويجهن دوستن کي جڏهن سندن حالتن جي خبر پئي تہ اهي ڪجهہ نہ ڪجهہ مالي مدد ڪرڻ لڳا. ڪامريڊ ڪمال سنگ کي پڻ پنهنجي پيءُ جي ساٿي ڪامريڊن جو مالي ۽ روحاني تعاون حاصل هو. پر هو سدائين وڏي ڪفايت سان خرچ ڪندو هو. ڇاڪاڻ تہ کيس ان ڳالهہ جو شدت سان احساس هو تہ سندس ماءُ ڪيتري محنت ڪري اسڪول جا خرچ پورا ڪري رهي آهي. ماڻهو چون ٿا جڏهن هن ڪينوس (۱) جو بوٽ ورتو تہ اسڪول وڃڻ کان سواءِ هو ان کي ڪڏهن بہ نہ پائيندو هو. پنهنجي پٽ ڪامريڊ ڪمال سنگ کي اسڪول ۾ داخل ڪرائڻ کان پوءِ مسز ڪانگ بين سوڪ جون ذميداريون پوريون ٿي نہ ويون هيون بلڪ هوءَ سندس

(۱) (Canvas) هڪ قسم جو ڪپڙو جنهن منجهان بوٽ ٺهندا آهن ۽ تصوير وغيره ٺاهڻ جي ڪم ايندو آهي.

مطالعي جو هر وقت خيال رکندي هئي ۽ سندس مطالعي جي شوق وذائق جي هر ممڪن ڪوشش ڪندي رهندي هئي.

هيٺين واقعي منجهان اهو ظاهر آهي. جن ڏينهن ۾ ضلعي آنٽو ۾ سنگ انگسن واري جاءِ تي ڪامريڊ ڪم- ال سنگ زيرتعليم هو. انهن ڏينهن جو دلچسپ واقعو پوڙهي شخص ليي هن ريت ٻڌايو.

مسز ڪانگ بين سوڪ واقعي قابل احترام عورت آهي هڪ رات مان ڊيوٽي تي هوس گيوٽ جو چڪر لڳائيندي منهنجي اسڪول جي پرسان لنگهڻ جو اتفاق ٿيو. جڏهن مان اوچتو اسڪول جي آتشدان وٽ پهتس ته ڏٺم تہ مسز ڪانگ بين سوڪ ان اڳيان جهڪي باهہ ٻاري رهي هئي. هن وٽن جون تاريون پنهنجي اسڪرٽ ۾ ويڙهي ڪنيون هيون. چاڪاڻ تہ مون ٻڌو هو تہ هوءَ بيمار آهي. مون خيال ڪيو تہ اهوئي سبب آهي جو هوءَ اسڪرٽ جي پلوَ سان ڪاٺيون جهلي بيٺي رهي آهي تہ جيئن هٿ زخمي نہ ٿي پوي. مان سندس ويجهو وڃي لڙيءَ رات تائين اسڪول جو ڪم ڪرڻ تي سندس شڪريو ادا ڪرڻ وارو ئي هوس تہ سندس مون تي نظر پئجي ويئي ۽ هوءَ تڪڙ ۾ منهنجي ويجهو آئي ۽ پنهنجي وات تي هٿ رکندي مون کي چپ رهڻ جو اشارو ڪيو ۽ پوءِ مون کي ٻڌايو. "اڄ رات دير تائين سنگ جو گهر نہ آيو هو، سو مان خبر لهڻ آئي هيس تہ کيس ڇو دير ٿي ويئي. مون ڏٺو تہ هو هڪ ٿڌي ڪمري ۾ مطالعو ڪرڻ ۾ محو آهي. ان

ڪري مون چاهيو تہ چپ چاپ سندس ڪمري ۾ ٻاهر ٻاري ڇڏيان. ڪٿي منهنجي آواز سان سندس پڙهائي ۾ رخنو نہ پوي. مسز ڪانگ بين سوڪ جي انهن لفظن مون کي سوچڻ تي مجبور ڪري وڌو تہ هوءَ واقعي هڪ بهترين ماءُ آهي ۽ اهو سوچي عقيدت وچان منهنجو ڪنڌ جهڪي ويو ۽ مان ڪنڌ جهڪائي اتان واپس موٽيس.

ان جي دل ڪيتري نہ محبت، اخلاص ۽ مامتا وارن جذبن سان ڀرپور هئي. هڪ ماءُ جي مامتا فطري جذبو آهي پر مسز ڪانگ بين سوڪ جي محبت انڌي نہ هئي. سندس چاهت ۽ شفقت عظيم تر هئي. جيڪڏهن هوءَ رڳو بين وانگر انڌن جذبن کان مغلوب هجي ها تہ ضرور هيئن چوي ها. ”ڏس (پٽ) سنگ رات لڙيءَ تائين سرد ڪمري ۾ ائين پڙهڻ تنهنجي صحت کي خراب ڪري ڇڏيندو ۽ پوءِ جڏهن ڏون وقت تي ڪاڏو بہ نہ ڏو ڪائين! پٽ پنهنجي صحت جو خيال رک!

ان منجهان ڪو ائين نہ سمجهي تہ مسز ڪانگ بين سوڪ جي دل ۾ مامتا وارو جذبو ئي ڪونہ هو پر سندس نظرن اڳيان ”اڄ“ جي بجاءِ ”سڀاڻي“ جي وڌيڪ اهميت هئي. سندس تصور وارن اکين اڳيان رڳو پنهنجو پٽ ڪونہ هو پر اهو نوجوان هو جيڪو مادر وطن جو قائد ٿيڻ وارو هو. هوءَ تہ کيس قوم جي امانت سمجهي رهي هئي. اهوئي سبب هو جو هوءَ پنهنجي ٻارن جي مستقبل جي تعمير لاءِ سدائين ڪوشان هوندي هئي. چاڪاڻ تہ

انهن جي مستقبل سان گڏ قوم ۽ ملڪ جو مستقبل وابسته هو ۽ هي اهي ئي هستيون هيون جن کي انقلابي عمل مڪمل ڪرڻو هو. تڪليفن جي چار منجهان نڪرڻ لاءِ سندس اڳيان رکيو هڪ ئي اميد هئي سا اها ته سندس پٽ بهترين انقلابي بڻجي سگهي. اهڙي مڪمل عمل واري هستي جي سکيا واري گوڙ منجهان نڪرڻ کان پوءِ ڪامريڊ ڪرال سنگ جي دل ۾ پنهنجي ذميوارين کي پورو ڪرڻ وارو احساس بيدار ٿي چڪو هو ۽ هو دل و جان سان مطالعو ڪرڻ ۾ مصروف هو ته جيئن پنهنجي والدين جي اميدن کي پورو ڪري سگهي. هو پنهنجي علم کي سدائين عملي صورت ڏيڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو هو. اهڙي ريت ننڍي پڻ کان ئي تجربن ۽ مشاهدن جي بنياد تي سندس عمل جو دائرو تمام وسيع ٿي چڪو هو. سندس اسڪول جي هڪڙي استاد طالب العلمي جي باري ۾ اهو ٻڌايو ته ڪم سونگ جيڪو هڪ ذهين ۽ ايماندار طالب-العلم ئي نه هو پر سياسي معاملن تي پڻ گهري نظر جو مالڪ هو ۽ اها حقيقت آهي ته معاملن سمجهڻ ۽ حاصل ڪرڻ ۾ هو پنهنجي استادن کان به اڳتي نڪري ويو هو. ننڍي پڻ کان ئي سندس جستجو ڪندڙ نظر هئي. اهو هڪ قابل فخر ماءُ جي پرورش جو نتيجو هو جو سندس جستجو وارو شوق سدائين وڌندو ئي رهيو ۽ ان سان گڏوگڏ عدل ۽ مساوات جي خواهش سندس دل ۾ انقلابي روح ڦوڪي ڇڏيو. اها انقلابي حقن جي تحفظ جي تقاضا هئي. مسز

ڪانگ بين سوڪ ان انقلابي تڙپ کي اڃان وڌيڪ تيز ڪري ڇڏيو ۽ سدائين عدل و انصاف وارن رستن تي هلڻ لاءِ سندن رهنمائي ڪئي. سندس سدائين اها ڪوشش رهي ته هوءَ انهن جي دلين ۾ ملڪ ۽ قوم جي لاءِ اڻمٽ عمل وارو جذبو پيدا ڪري ڇڏي. اڻ ٿڪ محنت جي ڪري آهستي آهستي سندس صحت خراب ٿيندي پئي ويئي. هوءَ انهن ڏينهن ۾ بيماري جي بستري تي هئي جڏهن ڪامريڊ ڪمرال سنگ جپاني سامراجين جي قيد مان آزاد ٿي گهر موٽيو هو. جيل جي بي پناهه تڪليفن برداشت ڪرڻ ڪري هو ڏاڍو ڪمزور ٿي چڪو هو. پر هوءَ پنهنجي پٽ کي ان حال ۾ ڏسي مايوس نه ٿي. بلڪ کيس هدايت ڪيائين ته هو پنهنجي جدوجهد مسلسل جاري رکي. هن کي رکيو ان ڳالهه جو ڏک هو ته پنهنجي بيڪسي ۽ مفلسي سبب هوءَ کيس سٺي خوراڪ کارائي نه ٿي سگهي ته جيئن سندس صحت سڌري ۽ هو پيهر نئين عزم ۽ نئين قوت سان جدوجهد جاري رکي سگهي. ان ڪري هوءَ معمولي کاڌي وارن جڙي ٻوٽين کي پڻ ايتري دلچسپي سان پچائيندي هئي ته جيئن هو دلچسپي سان کائي سگهي. ماءُ جي اهڙي بي پناهه شفقت، لاڏ ڪوڏ ۽ پيار جو ڪامريڊ ڪمرال سنگ تي غلط اثر نه پيو. جيئن ڪيترائي جپان مخالف سپاهي جيڪي جپاني سامراجين خلاف مسلح جنگ ڪري رهيا هئا. اهي ٻڌائين ٿا ته هو پنهنجي عوام سان بي پناهه محبت ڪندو هو ۽ انهن جو هر لحاظ کان خيال رکندو هو.

اڪثر هو ڀاڻ بورچين کي سمجهائيندو هو ته ڪهڙي ريت انهن ٿمين مان بهترين ۽ اعليٰ کاڌو تيار ٿي سگهي ٿو. هن اها خوبي پنهنجي ماءُ مسز ڪانگ ين سوڪ کان ورثي ۾ ورتي هئي. جنگ آزادي دوران هڪ سپاهي انهن کاڌي وارين جڙي ٻوٽين جو آچار تيار ڪرڻ، ڪامريڊ ڪم ال-سنگ کان سکيو هو. هو اهو پڇڻ لڳو، ”محترم ڪمانڊر! توهان هنن جڙي ٻوٽين مان هي آچار ڪٿان کان سکيو آهي.“ ڪامريڊ ڪم ال سنگ مسڪرائيندي جواب ڏنو، ”جڏهن مان فو سنگ ۾ هوس ته منهنجي ماءُ مون لاءِ اهو آچار تيار ڪندي هئي ۽ مان ان کي حقيقت ۾ وڏي شوق سان کائيندو هوس. مون کي ان منجهان منهنجي ماءُ جي محبت جي خوشبوءِ ايندي هئي. انهن ڏينهن ۾ اسان جي اهڙي حالت هوندي هئي جو اڪثر لوڻ به موجود نه هوندو هو. پر منهنجي ماءُ ڪنهن نه ڪنهن نموني ان ڪمي کي پورو ڪري ان کي هر طرح لذيذ بنائڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. واقعي هوءَ هڪ بهترين ماءُ هئي جنهن کي پنهنجي اولاد سان بي پناهه محبت هئي. تنهنجي ماءُ سميت ڪوريا جون سڀئي مائرون پنهنجي پٽن سان اهڙي ئي شدت سان پيار ڪنديون آهن. ڪجهه سوچيو، ان وقت انهن جي دلين تي ڇا گذرندو هوندو جڏهن اهي پنهنجي پيارن پٽن لاءِ انهن جڙي ٻوٽين منجهان آچار تيار ڪنديون هونديون. اهي غمگين ۽ افسرده مائرون پنهنجي ڏکندڙ هٿن سان اهو تيار ڪنديون هونديون چاڪاڻ ته

اهو خيال هنن لاءِ نهايت اذيت ناڪ ٿيندو هوندو ته اهي پنهنجن پيارن ٻچن کي ان خوراڪ کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڏيئي نه ٿي سگهيون. هاڻي اسين انهن کان تمام پري انهن اونهين کاهين ۾ پاڻ آچار تيار ڪري رهيا آهيون ۽ اسان جي ذهنن ۾ اهي عظيم ترين هستيون سمايل آهن. دشمن اسان جي ملڪ مٿان غاصبانه قبضو ڪيو آهي ۽ ان اسان جي مائرن کي پنهنجي بيحد پيارن ٻچن کان جدا ڪري ڇڏيو آهي. اسين ڪوريا جا سپوت آهيون ۽ اسان کي سمورن تڪليفن مٿان حاوي ٿيندي ۽ سيني مشڪلاتن کي پيرن هيٺان چيڀاٽيندي ڪوريا کي آزاد ڪرائڻو پوندو ۽ مون کي پختو يقين آهي ته اهي ڏينهن جلد اچڻ وارا آهن. اهڙي ريت ڪامريڊ ڪم ال سنگ پنهنجي ماءُ جي اڻ کٽ مادرانه شفقت کي ماٿهن جي دلين تائين پهچائيندو رهيو. اڄ ان جو ئي نتيجو آهي جو ڪوريائي عوام انتهائي خوشگوار زندگي گذاري رهيو آهي ۽ پنهنجي اولاد سان اهڙي ئي الفت ۽ محبت ڪن ٿا جهڙي ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي ومياڻي انهن تائين پهچي. ۽ دراصل مسز ڪانگ بين سوڪ جو اهو فيض عام ڇمبو جو اڄ ڪوريائي عورت جي دل پنهنجي عوام جي محبت سان سرشار آهي. مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجن ٻچن ۾ انقلابي روح کي وڌيڪ تيز ڪرڻ لاءِ کين سدائين چوڪس ۽ هوشيار رهڻ جي تلقين ڪندي هئي ۽ سيني مسئلن کي وڏي احتياط سان سلجهائيندي هئي. جيئن اڳ ئي ان ڳالهه جو ذڪر ڪيو

ويو آهي ته هن پنهنجي پٽ کي ان رات جڏهن ته هو هزارين ميل مسافري ڪري پهتو هو، لنگ ڪيانگ وڃڻ جو حڪم ڏنو. اها جاءِ به سوين ميل پري هئي. چاڪاڻ ته هوءَ پاڻ سدائين چوڪس رهندي هئي. ان ڪري ڪيس به هوشيار رهڻ جي نصيحت ڪيائين. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هوءَ پاڻ لين ڪيانگ ويئي ۽ ان کان پڇيائين:

”ڇا توکي هتي ڪو اجنبي ته ملڻ ڪونه آيو. ڇا ڪنهن کي خبر آهي ته تون هتي رهندو آهين؟“ هوءَ پنهنجي ٻارن کي دشمن جي مڪار چالن کان محفوظ رکڻ گهرندي هئي. هن احتياطاً کين بار بار سمجهايو ته ڪهڙي نموني وڏي هوشياريءَ سان کين ڏينهن گذارڻ گهرجن ۽ پنهنجي انقلابي سرگرمين جي باري ۾ خفيه ڳالهين کي لڪائڻ گهرجي ته جيئن دشمن لاءِ ڪڏهن به ڪيئن به اهو ممڪن نه ٿئي جو هو سندن خاندان ۽ پيءُ جي باري ۾ ڪا معلومات حاصل ڪري وٺن. هن اهو به سمجهائي ڇڏين ته جيڪڏهن ڪو ناخوشگوار واقعو پيش اچي وڃي ته ان کي ڪهڙي نموني سلجهايو وڃي.

اهو ١٩٣٦ع جو ذڪر آهي. ڪوريا جي انقلابي فوج جا دستا ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي اڳواڻي هيٺ اتر منچوريا جي مهم کان فتح حاصل ڪرڻ کان پوءِ فوسنگ روانا ٿيا. تڏهن هن نادار ۽ غريب ٻارن جي هڪ فوجي دستي جو بنياد وڌو، جي يتيم ٿي چڪا هئا. ڪامريڊ ڪم ال سنگ ٢٠ يان جو ڪپڙو خريد ڪيو. اها رقم هو اوچتي

گهرج پوڻ لاءِ هر وقت پاڻ وٽ رکندو هو. ان مان انهن ٻارن جون پوشاڪون تيار ڪرايون. اهـا رقم سندس ماءُ سلائي جي ڪم منجهان پائي پائي ڪري گڏ ڪئي هئي.

١٩٣٠ع جي شروعاتي مهينن ۾، جڏهن ڪامريڊ ڪم ال سنگ جپاني مخالف گوريلا جنگ جي جوڙجڪ ۾ رڌل هـو تـه مسز ڪانگ بين سـوڪ سدائين ان لاءِ فڪرمند رهندي هئي ڇاڪاڻ ته هو گهرکان اڪثر ٻاهر رهندو هو. هن جيڪي ٢٠ يان گڏ ڪيا هئا سـي پنهنجي پٽ جـي هٿ ۾ رکندي چيو تـه "ماڻهوءَ وٽ ضرورت وقت خرچ ڪرڻ لاءِ ڪجهه رقم ضرور هئڻ گهرجي." اها رقم ڪامريڊ ڪم ال سنگ وڏي احتياط سان سنڀالي رکي هئي ڇو تـه ڪيس ان منجهان پنهنجي ماءُ جو فڪرمند چهرو جهاتيون پائيندي نظر ايندو هو. پر جڏهن هن يتيم ۽ نادار ٻارن کي ڇتين لڳل ڪپڙن ۾ ويڙهيل ڏٺو ته هو خاموش رهي نـه سگهيو. هن اها رقـم انهن تـي صرف ڪري ڇڏي ۽ اهو سوچي ڪيس سڪون مليو تـه هن پنهنجي ماءُ واري محنت هنن ٻارن تائين پهچائي ڇڏي. اهـڙي طرح هن ڪوريائي ننڍڙن سپاهين لاءِ پنهنجي بي‌پناهه محبت جو اظهار ڪيو.

مسز ڪانگ بين سـوڪ پنهنجـي بـي‌پناهه محبت ۽ بي‌انتها ڪوشش سان ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي شخصيت جي تشڪيل ڪئي هئي ۽ کيس ڪوريا جي محب وطن ۽ انقلابي ٿاهي ڇڏيو هو. هو جدوجهد آزادي ۾ سدائين اڳرو رهيو ۽ اڄ به هو ڪوريائي عوام لاءِ جدوجهد ڪري رهيو

آهي ۽ ان لاءِ هن پنهنجي زندگي جي سموري ميڙي چونڊي وقف ڪري ڇڏي آهي.

## ڪوريا جي عورتن جي آزاديءَ جي علمبردار هڪ ناقابل شڪست انقلابي

مسٽر ڪم هيانگ جڪ جي وفات کان پوءِ مسز ڪانگ بين سوڪ جي عملي زندگي جو رڳو هڪڙوئي مرڪز ۽ محور هو ۽ اهو هئو پنهنجي مرحوم مڙس جي وصيت جي تڪميل جنهن جي خاطر هوءَ زندگي جي آخري گهڙين تائين جدوجهد ڪندي رهي.

## ڪوريائي انقلاب لاءِ ٻارن کي وقف ڪرڻ سان گڏوگڏ انهن جي پرجهلو ۽ مددگار

مسز ڪانگ بين سوڪ نہ رڳو پنهنجي پٽن کي ڪوريائي انقلاب جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو پر ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي انقلابي سرگرمين ۾ پڻ مڪمل مدد ڪئي. ان پنهنجي هرڪا قيمتي شيءِ وطن عزيز خاطر وقف ڪري ڇڏي هئي ۽ پنهنجي خاندان کي انقلاب پسند بڻائي ڇڏيو هو.

مسز ڪانگ بين سوڪ ڪوريا جي عظيم ماءُ هئي جنهن ڪوريا کي هڪ مهان عظيم رهنما ڏنو. جيتوڻيڪ سندس زندگي ۾ ڪڏهن سڪون پريو ڏينهن نہ آيو هو پر

هن پنهنجي زندگي ۾ ڪڏهن ذاتي مفاد کي پيش نظر نہ رکيو ۽ سدائين ملڪ جـي لاءِ جدوجهد ۾ مصروف رهي. ڪي ماڻهو ائين چوندا آهن تہ:

”پهريون ڪم تہ اهو آهي تہ ماڻهو پنهنجي حالت کي سڌاري“ پر هن پنهنجي هر شيءِ لباس، خوراڪ ۽ عزيز-ترين اولاد وطن جي وجود لاءِ وقف ڪري ڇڏيا هئا. هوءَ سدائين هيئن چوندي هئي تہ:

”جڏهن اسان جو ملڪ پنهنجو ٿيندو تہ هرهڪ ماڻهو اهڙي (بهتر) زندگي گذاري سگهندو ان ڪري اسان سڀني کي پنهنجي وچابل وطن جي آزادي لاءِ سرگرم عمل رهڻ گهرجي.“ ضلعي انئو جي علائقي ۾ جڏهن ڪامريڊ ڪم ال سنگ فوجي دستن جي جوڙجڪ وارا شروعاتي مرحلا طئہ ڪري رهيو هـو تڏهن سندس دل، مـاءُ سان ملڻ لاءِ بيچين ٿي پيئي. ان بيچيني جـي ڪري هو هڪ ڏينهن لاءِ گهر آيو. ڏٺائين تہ ماءُ بيمار پيئي آهي. اهو ڏسندي تہ سندس ماءُ هڪ ٿڌي ڪمري ۾ ستل آهـي ۽ ان وٽ باهہ جو ڪوبہ انتظام ڪونهي، هو هڪدم پنهنجي پيُرن کي ساڻ ڪري جبلن ڏانهن هليو ويو ۽ ڪمرو گرم ڪرڻ لاءِ ڪاٺيون گڏ ڪيائين. جڏهن مـاءُ کيس ڪاٺيون آڻيندي ڏٺو تڏهن چيائين:

”اهو سڀ ڪجهہ ڇو ڪري رهيا آهيو؟ ڇـا توهان جي خيال ۾ هتي ٻـُخارن ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون ڪونهن. توهان کي رڳو پنهنجي ڪم سان شوق رکڻ گهرجي. جيڪڏهن

اوهان انقلاب آڻڻ گهرو ٿا تہ پاڻ کي ان لاءِ وقف ڪريو پر جيڪڏهن اوهان کي گهر ۾ رهڻ وڌيڪ پسند آهي تہ پوءِ هتي ئي رهو، انهن پنهنجي منجهان هڪ جي چونڊ ڪريو ۽ پوءِ پنهنجي زندگي انهيءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو.“

تنهن تي ڪامريڊ ڪمال سنگ کيس ٻڌايو ”اڄڪلهہ مان فوجي دستن جي جوڙجڪ ۾ مصروف آهيان پر هتان وچ وقت مان اوهان کي بيمار ڇڏي ويو هوس ان ڪري مان فڪرمند ٿيڻ ڪري صرف هڪ ڏينهن لاءِ عيادت ڪرڻ لاءِ هليو آيس.“

مسز ڪانگ ٻين سوڪ جواب ڏنو، ”تو کي منهنجي سلسلي ۾ فڪرمند نہ ٿيڻ گهرجي. جڏهن تون انقلابي جدوجهد کي جاري رکي ڪاميابي حاصل ڪندين تہ مان خودبخود صحتياب ٿي ويندس. ان ڪري تو کي جلد وڃي پنهنجي فرض کي پورو ڪرڻ گهرجي.“

اهڙي طرح هڪ عظيم انقلابي کي هڪ عظيم ماءُ جي پنيرائي حاصل هئي. بگڙيل گهرو حالتن جي ڪري اهو ضروري هو تہ ماءُ پنهنجي سڀ کان وڏي پٽ کي پاڻ سان رکي تہ جيئن خانداني ڪمن ڪارين جي اهو نظرداري ڪري ۽ پوءِ اهڙين حالتن ۾ تہ ڪمال سنگ جي موجودگي اشد ضروري ٿي چڪي هئي. جڏهن تہ ماءُ جي صحت تباهہ ٿي پيئي هئي پر وطن عزيز ۽ انقلاب کيس پنهنجي خاندان ۽ پنهنجي ذات کان وڌيڪ پيارو هو. ان ڪري هن پنهنجي پٽ کي انقلابي رستن تي هلڻ لاءِ خوشيءَ سان موڪل

ڏني ڇڏي.

ان کان پوءِ ڪامريڊ ڪرال سنگ جيان خلاف شاندار مسلح جدوجهد جي لاءِ جتن کي ترتيب ڏيڻ منظم ڪيو. ۽ پوءِ وطن عزيز جي بحالي خاطر پندرهن سالن جي ڊگهي عرصي تائين سخت مسلح جنگ ۾ رڌل رهيو، ايتري قدر جو ڪوريا جي شاندار انقلاب ڏانهن سندن رهنمائي ڪئي.

مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي پٽ ڪامريڊ ڪرال سنگ کان سواءِ پنهنجا ٻه ٻيا پٽ ۽ هڪ ڏير مسٽر ڪم-هيانگ گون کي پڻ انقلابي جدوجهد خاطر وقف ڪري ڇڏيو هو. مسٽرهيانگ گون، مسٽر ڪرال سنگ کان صرف ڇهه يا ست سال وڏو هو. مسٽر ڪرهيانگ جڪ ننڍي ڀاءُ جي پرورش ۽ تعليم و تربيت پڻ جيان ڪئي هئي. هو هڪ بااصول انسان هو. هو ننڍي ڀاءُ کي ڀريان هڪڙو ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو پوءِ ان جو خلاصو لکڻ لاءِ چوندو هو. يا ان ڪتاب جا خاص خاص نقطا ٻڌندو هو. مسٽر ڪرهيانگ جڪ جي وفات کان پوءِ اها مسز ڪانگ بين سوڪ هئي جنهن پنهنجي ڏير کي انقلابي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ جي قابل بڻايو ۽ ان جدوجهد جو سرگرم ڪارڪن ٿيڻ لاءِ سندس حوصله افزائي ڪئي. هن پنهنجي ڏير جي دل و دماغ ۾ اهو روح ڦوڪي ڇڏيو هو ته حقيقي خوشيءَ جو راز ان ۾ آهي ته هو پنهنجي ڀاءُ جي اڌوري ڪم جي پوراڻي لاءِ هر وقت ڪوشش ڪري ۽ مادر وطن ۽ عوام جي آزادي و خودمختياري جي لاءِ

جپاني سامراجين خلاف پنهنجي جدوجهد جاري رکي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو مسٽر هيانگ گون ان ڪوريائي انقلابي فوجي دستي جو سرگرم رڪن بڻجي ويو جيڪو ڏاکڻي صوبي ميرگينانگ ۾ ٢٨-١٩٢٩ع دوران جدوجهد ڪري رهيو هو.

ان کان پوءِ مسٽر ڪمهيانگ گون جپاني سامراجين هٿان گرفتار ٿي ويو ۽ ١٩٣٥ع ۾ سوئيل جيل ۾ وفات ڪري ويو.

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نه مات
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جئا. (شاهه)

ڪامريڊ ڪمرال سنگ جي ٻن ننڍن ڀائرن (ڪامريڊ چول جو ۽ يانگ جو) جي پڻ سندن عظيم ماءُ اهڙي تربيت ڪئي هئي جو اهي پڻ انقلابي رستن تي هلڻ جي قابل ٿي ويا. اهڙي ريت ڪامريڊ ڪمرال سنگ جو سڄو خاندان مسز ڪانگ بين سوڪ جي شاندار ڪوششن سان انقلابي خاندان ۾ تبديل ٿي ويو. مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي ڏير ۽ پنهنجن پٽن کي انقلابي رستن تي هلڻ جي قابل بنايو ۽ انقلابي سرگرمين ۾ سندن هر طرح سان مدد ڪئي. هن پنهنجي انقلابي سرگرمين کي هر امڪاني صورت ۾ برتري حاصل ڪرائي.

پنهنجي انقلابي سرگرمين جي شروعاتي ڏينهن ۾ ڪامريڊ ڪمرال سنگ 'ينگ ڪميونسٽ ليگ' جي تنظيم

۾ بحيثيت چيف سيڪريٽري ڪم ڪيو. اها تنظيم انهن ڏينهن ۾ چيلن صوبي جي اوڀارن ضلعن ۾ دشمن جي سخت نظرداري جـي باوجود پنهنجي ڪم ڪي هلائي رهي هئي. حالتون اهڙيون نازڪ هيون جـو دشمن طرفان خطري جا ڪڪر هـر وقت ڇانيل رهندا هئا. اهڙي نازڪ وقت ۾ مسز ڪانگ بين پـاڻ انهن جي سرگرمين ۾ حصو وٺـي سندن مدد ڪئي.

جڏهن ڪامريڊ ڪرال سنگـ جپان مخالف هٿياربند دستن جـي جوڙجڪ لاءِ زبردست تيارين ۾ مصروف عمل هو، تڏهن به هن (سندس ماءُ) ان ۾ وڏي جوش و خروش سان حصو ورتو. اهڙي ريت مسز ڪانگ بين سوڪ هـر ممڪن ڪوشش رستي پنهنجي پٽ ڪامريڊ ڪرال سنگ جـي مدد ڪئي. کيس اڪثر پنهنجو گهـر تبديل ڪرڻو پوندو هو. پر لڏ پلاڻ هوندي بـه هوءَ پنهنجي پٽ ڪرال سنگ جي سرگرمين ۾ مدد ڪندي رهندي هئي. هوءَ آنٽو ڪان پراڻي آنٽو، پوءِ هوءَ چوڻن ۽ ڏوجي جو مگول طرف منتقل ٿي وئي. اهڙي طرح هوءَ ميداني علائقي کان آباديءَ طرف ۽ پوءِ گيونن طرف. اينتري قدر جو هڪڙي ڏوراهين الڳ ٿلڳ گهر ڏانهن منتقل ٿـي ويئي. اها لڏ پلاڻ رڳو هڪ ئي مقصد لاءِ هئي تہ ان منجهان سندس پٽ ڪامريڊ ڪرال سنگ کـي انقلابي سرگرمين ۾ مدد ملندي رهي.

جڏهن ڪامـريڊ ڪرال سنگ پنهنجي مسلح دستن جـي تنظيم ڪري سنگـ لنگسن کـي چڙي هليو ويو تـه مسز

ڪانگ ٻين سوڪ، توجي جو مگول ۾ تمام پراهين ٻنهن ۾ هڪ ڪانئين جي گهر ۾ پنهنجي ٻن پٽن ڪامريڊ چول جو ۽ يانگ جو، سان گڏ رهڻ شروع ڪيو. انهن ڏينهن ۾ اهي ٻئي پائر اڪثر ڪري جبلن طرف ويندا هئا ۽ اتي ڪامريڊ ڪمرال سنگ سان سندن ملاقات ٿيندي هئي ۽ اهي ڪجهه هدايتون حاصل ڪندا هئا جي اڪثر اڙان پراڻي اِنتو، تائن زي ۽ چي چنگسز ڏانهن کڻي ويندا هئا.

مسز ڪانگ ٻين سوڪ هر طرح سان ڪامريڊ ڪم هيانگ جڪ جي انقلابي سرگرمين ۾ مدد ڪري رهي هئي. هن ان سلسلي ۾ انقلابي سرگرمين ۾ مدد ڪرڻ وقت ڪڏهن پنهنجي جان جي به پرواهه نه ڪئي هئي.

هڪڙو اهو به وقت آيو جڏهن ڪامريڊ ڪمرال سنگ ۽ سندس ساٿي فوسنگ دشمن جي سخت گهيري ۾ اچي ويا هئا. انهن کي جلد کان جلد اهڙي ڏکئي گهيري مان نڪرڻ کپندو هو. پر اهو رڳو تڏهن ممڪن هو جڏهن انهن وٽ هٿيار هجن (ها) ڪين هٿيارن جي سخت ضرورت هئي ۽ انهن لاء ”وئلي هو“ مان دوستن وٽان جلد کان جلد بندوقون حاصل ڪرڻ ضروري هيون.

ڪافي سوچ ويچار کان پوء ڪامريڊ ڪمرال سنگ پنهنجي ماءُ کان پڇيو ته اها هن ڏکئي ۽ خطرناڪ ڪم جو بار کڻي سگهي ٿي. هن سمجهيو پئي اهو سفر ڏاڍو جان جوکي ۾ وجهڻ وارو آهي پر هُن جواب ڏنو ته ”ٺيڪ آ مان اتي وڃي ڏينهڪ وٺي ايندس.“ ان کان پوء

هوءَ چپ چاپ هلي ويئي. دشمنن جي ڪڙي نگراني جي باوجود هوءَ منزل مقصود تائين پهچي ويئي. ”ونلي هو“ ۽ پنهنجي پٽ جي دوست کان ٻه عدد پستول وٺي هن کين چيو ته پٽ هنن کي ٻري ٻه ڏيو ته جيئن جنهن وقت مان گهوڙو چڪيان، پستول چٽي وڃي. اهڙي ريت هوءَ ٻه پريل پستول کڻي واپس پهچي ويئي. ڪامريڊ ڪرال سنگ پستول وٺڻ کان پوءِ کيس چتائي ڏنو ۽ پوءِ هن ماءُ کان پڇيو ته هن پريل پستولن سان ڇو مسافري ڪئي جڏهن ته رستو ايترو خطرناڪ هو. تڏهن هن جواب ڏنو ”مان دشمن هٿان بزدلي وارو موت مرڻ نه پئي گهريو ۽ مرڻ کان اڳ پنهنجي خون جي قيمت ته وٺي ڇڏيان ها! منهنجو خيال هو ته دشمن جا ٻه يا ٽي سپاهي مونتي حملو ڪندا، اهڙي ريت مان انهن کي ته ختم ڪري ٽي سگهيس.“

اها سادي سودي ڪهاڻي اسان کي سندس قربانيءَ جي عظيم جذبي جو ثبوت ڏئي ٿي ته هوءَ پنهنجي پٽ جي انقلابي ڪم ۽ وطن جي آزاديءَ جي خاطر پنهنجي جان ڏيڻ تائين به تيار رهندي هئي.

ويئي وَرِن پَرِن، سٿي ميلن نه سهرين،
جي مٿي رَندَن رُڻن، ساجن ملي تن کي. (شاهه)

مسز ڪانگ يين سوڪ ڪامريڊ ڪرال سنگ جي ساٿين جي مالي ۽ اخلاقي مدد ڪندي رهندي هئي ۽ انهن سڀني کي ماءُ وانگر گهرندي هئي. جڏهن سندس مڙس انقلابي

سرگرمين ۾ مصروف عمل هو ته مسز ڪانگ بين سوڪ کي ڪيترن ئي تحريڪ آزاديءَ جي ڪارڪنن جي نگهداشت ڪرڻي پوندي هئي ان ڪري هوءَ پنهنجي پٽ جي انهن ساٿين جي پرجوش حمايت ڪندي رهندي هئي جيڪي انقلابي سرگرمين ۾ مصروف عمل رهندا هئا. جنگ آزاديءَ جا سپاهي مهنن تائين سندس گهر ۾ رهندا هئا جنهن ڪري هو پنهنجو ئي گهر چاهيندا هئا ۽ هوءَ به انهن سان پٽن وارو سلوڪ ڪندي هئي. سندس زندگي تنگ دستي سان گذرندي هئي ان ڪري هڪ پائي پائي بچائڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ته جيئن هوءَ ڪامريڊ ڪم ال سنگ ۽ سندس ساٿين جي مالي امداد ڪري سگهي. هن ان وقت جو ذڪر آهي جڏهن هوءَ پراڻي آنڱو ۾ اولهه واري دروازي کان ٻاهر هڪ پئي خاندان سان گڏ هڪ مهينو گذاري وڃڻ ڏانهن هلي ويئي. ان وقت ڪامريڊ ڪم ال سنگ وڏي محنت سان مسلح دستن جي تنظيم ۾ مصروف هو پر مسز ڪانگ بين سوڪ بيماريءَ جي بستري تي هئي.

جيتوڻيڪ هو اڃان عمر جو ننڍو هو پر ڪامريڊ ”چول جو“ ۽ ڪامريڊ ”ينگ جو“ گهر ۾ گهٽ نظر ايندا هئا ڇو ته اهي به ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي نقش قدم تي هلي جپان مخالف انجمن ۾ سرگرمي سان حصو وٺندا هئا ۽ ٻارن جي فوج جي تنظيم ۾ مصروف عمل هئا. انهن حالتن ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجي زميندار ڪان جيڪو نسبتاً

امير هو ڪجهه قرض وٺي گذارو ڪندي هئي. تنهن کان پوءِ ان جي ئي مدد سان جڏهن هوءَ ٿوري ئي ۾ رهڻ لڳي تـه هڪڙي ڪنهن مزدوريءَ تي وڃي پورڪي راهي جو ڪم شروع ڪيو. ڪامريڊ ڪرال سنگ جا ساٿي ان وٽ ايندا ويندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪيترن ڏينهن تائين هن وٽ ترسندا هئا. مسز ڪانگ بين سوڪ انهن لاءِ موزون خوراڪ جو بندوبست ڪندي هئي حالانڪ پاڻ کي بکيو رهڻو پوندو هوس. هوءَ پنهنجي ميڙيل پونجيءَ منجهان انهن جي مدد ڪندي رهندي هئي ۽ جڏهن ڪين سفر تي وڃڻو پوندو هو تہ وياج تي رقم وٺي انهن جي خرچ جو پورائو ڪندي هئي. نتيجتاً سندن خاندان جـي مالي حالت خـراب کان خراب تر ٿيندي ويئي. بلڪ حالتون ايتري حد تائين وڃي پهتيون جو اهوئي زميندار جيڪو شروعات ۾ وڏو همدردانہ رويو رکندو هو، هاڻ پنهنجي اصلي روپ ۾ ظاهر ٿيڻ لڳو. انقلاب ۾ ڪاميابيءَ جـا امڪان بلڪل غير يقيني هئا ۽ سندن خاندان مالي بحران ۾ وڪوڙيل هو ۽ زميندار کي پنهنجن پئسن جو فڪر هو. ان نہ رڳو هنن سان ڏيڻ وٺڻ بند ڪري ڇڏيو پر قـرض جـي بدلي ۾ گهر جو سمورو سامان کڻائي ويو.

هاڻي مسز ڪانگ بين سوڪ لاءِ وقـت گذارو ڪرڻ بيان ڪرڻ کان وڌيڪ خراب ٿي پيو. پر ان جي باوجود هوءَ ڪامريڊ ڪرال سنگ جي ساٿين جـي ساڳي جذبي سان مدد ڪندي رهي. ڪڏهن ڪڏهن اهي اوچتو اڌ رات

جو ايندا هئا. هوءَ سندن آلن بوٽن کي صاف ڪندي، جورابن کي سڪائيندي ۽ سندن ڪاڙي جو بہ بندوبست ڪندي هئي. انهن کي روانو ڪرڻ وقت رستي راهہ جو بہ ڪاڙو تيار ڪري ڏيندي هئين. جيتوڻيڪ اهي اوپاريل نمڪين چانور ئي هوندا هئا. جيڪڏهن چانور موجود نہ هوندا هئا تہ چانورن جي اٽي جون مانيون تيار ڪري ونندي هئي. تنگدستيءَ جي باوجود هوءَ سندن رستي جي خرچ پکي جي رقم جو انتظام ڪري ونندي هئي. هوءَ چوندي هئي "ماڻهو پئسي نہ هئڻ ڪري مري نہ ٿو وڃي پر سندس موت زندگي جي گهٽجڻ سبب ئي وڃي ٿو. ملڪيت پاڇي وانگر اچ هتي سپاٽي هتي هوندي آهي."

ڪامريڊ ڪرال سنگ جي دوستن ۾ مشڪل سان ڪو اهڙو هوندو جنهن هن سان گڏ نوجوانن جي تحريڪ ۾ ڪم ڪيو هجي ۽ ان کي مسز ڪانگ بين سوڪ جي مادرانہ شفقت جو تجربو نہ ٿيو هجي. ان ڪري اهي مسز ڪانگ بين سوڪ لاءِ عزت ۽ احترام وارا جذبا رکندا هئا. هو ان کي "سانگ جو" جي ماءُ بجاءِ "اسان جي ماءُ" جي لقب سان ياد ڪندا هئا. لفظ "اسان جي ماءُ" تمام وسيع معنيٰ رکي ٿو جنهن جو مطلب آهي "مادرڪوريا" جڏهن مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجو گهر بدلايو تہ ڪين ڪنهن نموني ان ڳالهہ جي معلومات ٿي ويئي. هو هڪدم مدد لاءِ پهتا. پٿرين کي پلستر ڪري ڇت کي نئين سر تيار ڪيو ۽ فرش کي گرم ڪرڻ لاءِ فرش جي صفائي ڪئي.

مطلب تہ هن اهڙي ريت ڪم ڪيو جيئن پنهنجي گهر ۾ ڪندي هجي. نہ رڳو ايترو پر هوءَ سندس صحت جي باري ۾ پڻ فڪرمند رهندي هئي ۽ ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي دوستن ساڻ فنگ ٽين، چيلين ۽ هاربن ۾ رابطو ڪري هن لاءِ دوائن جو پڻ بندوبست ڪيو.

آخرڪار مسز ڪانگ بين سوڪ جي مادرانہ شفقت ۽ نظرداري جي اثر هيٺ ڪميونسٽن جو هڪ نئون نسل پيدا ٿيو ۽ مسز ڪانگ بين سوڪ ان نئين انقلابي نسل جي وچ ۾ رهڻ فخر جو باعث ڄاڻندي هئي ۽ وڏي پختي عزم ساں سندن جنگ ۾ شامل هئي. ❋

# مسز ڪانگ ڪين سوڪ نہ رڳو خاندان ڪي انقلابي بڻايو پر پاڻ بہ انقلاب ۾ حصو ورتو

ڪنڊا مون ڀيرن ۾ تسوئي لڪ لڳن،
آڳر آڱوٺي نہ مڙي چڀون ڀير ڇڄن
ويندي ڏانهن ڀرين، جنهي جات نہ پاٺيان. (شاھ)

مسز ڪانگ ڪين سوڪ نہ رڳو مسٽر ڪم هيانگ جڪ ۽ ڪامريڊ ڪمرال سنگ جي انقلابي سرگرمين ۾ مددگار رهي پر خود پنهنجو پاڻ بہ ان ۾ حصو وٺندي هئي. هوءَ هڪ انقلابي تنظيم جي ڪارڪن ٿي ويئي ۽ عورتن جي آزادي ۽ ملڪ جي آزادي خاطر جدوجهد ۾ مصروف عمل رهي.

هوءَ نہ رڳو پنهنجي پٽن کي انقلاب جي خطرناڪ رستن تي هلائي خاموش ٿي ويهي رهي پر پنهنجي مڙس ڪم هيانگ جڪ جي وفات کان پوءِ فوسنگ ۾ عورتن جي انجمن ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين ۽ ١٩٢٨ع جي بهار جي موسم ۾ ان انجمن جي چيئرمين ٿي ويئي. عورتن جي تنظيم ۾ ڀرپور حصو وٺي هن تحريڪ آزادي ڪارڻ اڻٿڪ ڪم ڪيو. عورتن جي انجمن جي ميمبر عورتن جي تعليم جو حب الوطني واري جذبي سان بندوبست ڪيائين ۽ انهن

۾ سياسي شعور پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن پنهنجون سموريون ڪوششون عورتن کي سياسي تعليم ڏيڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيون ته جيئن انهن کي جهالت جي اونداهيءَ مان ڪڍي انهن ۾ حب الوطني وارو شعور پيدا ڪري وطن جي آزادي خاطر جذبو پيدا ڪيو وڃي. فوسنگ ۾ رهائش دوران هن سياسي معاملن تي سنجيدگي سان توجهه ڏنو. فوسنگ چن ۾ شام جو عورتن کي تعليم ڏيڻ جو بندوبست ڪيائين. انهن کي ڪوريائي زبان سيکاري ويندي هئي ۽ آسان لفظن ۾ قومي بربادي جا سبب ٻڌايا ويندا هئا ته جيئن اهي آزادي واري جدوجهد ۾ هٿ ونڊائي سگهن. هن جدوجهد واري حد کي ڀرائڙيءَ وارن ڳوٺن تائين پکيڙيو ۽ اتي به وچي عورتن جي تعليم واري ڪم کي جاري رکيو.

سندس ڪم رڳو ويجهن ڳوٺن تائين محدود نه رهيو بلڪ "ورنلي هو"، "تي انگ"، "چيانگ تن"، "وينليانگ سونگ" ۽ "سينتو هايان" جهڙن تمام پراهن ڳوٺن ۽ ٻين ڪن ڳوٺن جهڪي فوسنگ کان ڪيئي ميل پري هئا تن ۾ وڃي جپان مخالف جدوجهد جي تبليغ ڪئي ۽ انهن جي جذبن کي مقدس جدوجهد خاطر اڀاريو.

ڪامريڊ ڪمال سنگ کان طريقه ڪار سکي مسز ڪانگ ٻين سوڪ پنهنجي جدوجهد جاري رکي.

مسٽر ڪم هيانگ جڪ جي خواهش مطابق هن نه رڳو پنهنجن پٽن کي انقلابي بڻائي انقلاب جي رستن تي هلائڻ شروع ڪيو بر پاڻ به ڪامريڊ ڪمال سنگ کان ڪشاده

دليءَ ساڻ معلومات حاصل ڪندي، ان جي اڳواڻي قبول ڪئي جيڪو جوان ٿي انقلاب جي آزمائش مان گذري چڪو هو.

هڪ انقلابي خاندان جو فرد هئڻ ۽ والدين جي بهترين تربيت جي اثر هيٺ پنهنجي فراخ دلي، دانائي ۽ دور رس انقلابي ذهن هئڻ ڪري ڪامريڊ ڪم ال سنگ شروعات کان وٺي ئي انقلابي فوج جو سربراهه رهيو.

هن ڪوريائي انقلاب جي ڳري بار کي کڻي جپاني سامراج خلاف پندرهن سالن جي ڏکي عرصي تائين هڪ شاندار جنگ جي قيادت نهايت منظم طريقي سان ڪئي. ڪامريڊ ڪم ال سنگ وٽان معلومات حاصل ڪري مسز ڪانگ بن سوڪ سياسي جدوجهد وارو ڪم وڏي استقلال سان جاري رکيو. سندس سدائين اها ڪوشش رهي ته ان جنگ ۾ حصو وٺڻ وارين عورتن جو تعداد هڪ هڪ ٿي وڌندو رهي. پنهنجي اندر واري انتقام جي باهه کي روشن رکندي هوءَ درياهن ۽ جبلن کي پار ڪري اونداهين راتين ۾ ڀهراڙين ۾ پهتي جتي ڪوريائي ماڻهو هئا. عوام جي ستل جذبن کي جهنجهوڙيندي کين تحريڪ آزادي ۾ شامل ٿيڻ تي اڀاريندي هئي.

هوءَ جتي به عورتن وٽ ويندي هئي انهن سان ڏک ونڊڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ۽ کين حوصلي منديءَ جو سبق ڏيندي هئي. اهڙي خدمت واري جذبي سبب عوام ۾ خاص طور تي عورتن جي حلقي ۾ ان جو نالو عزت ۽ مان

سان ونڃڻ لڳو ۽ عورتن جي اڪثريت سنڌس ٻيروي ڪندي تحريڪ آزادي ۾ شامل ٿي ويئي. نتيجي طور عورتن جي انجمن جي اثر جو حلقو روزبروز وڌو ۽ وسيع ٿيڻ لڳو.

ماءُ طرفان انقلابي ڪمن ۾ تعاون حاصل هئڻ ڪري ڪامريڊ ڪرال سنگ پڻ ڪين سنڌن ڪم ۾ مدد ڏيڻ لڳو. هن ماءُ کي هڪڙي خفيه حلقي جو ميمبر مقرر ڪيو ته جيئن انقلاب جي باري ۾ سنڌس نظرين ۾ گهرائي ۽ پختگي اچي.

هن ماءُ کي ميٽنگ سڏائڻ ۽ ڪاروائي لکڻ جوطريقو سيکاريو. جڏهن مسز ڪانگ ٻين سوڪ جي ڪوششن سان عورتن جي انجمن کي وسعت ملي ته ڪامريڊ ڪرال سنگ کيس مناسب طريقي سان تنظيم ڪرڻ جا طريقا ٻڌايا. شروعات ۾ چيئرمين جي هٿ هيٺ رڳو هڪڙو گروپ ليڊر هوندو هو. جڏهن ته هاڻ ٻه ٻيا عهدا پڻ ڏنا ويا. هڪ جي ذمي تنظيم جو ڪم هو ۽ ٻئي تي پروپيگنڊا جي ذميداري هئي. مسز ڪانگ ٻين سوڪ پنهنجي سرگرمين کي اهڙي ريت جاري رکيو جو عوام سان رابطو رکڻ واري طريقي ۽ عملي ڪم واري طريقہ ڪار کي سمجهڻ لاءِ هوءَ پنهنجو پاڻ ڪامريڊ ڪرال سنگ وٽ ويندي هئي.

مسلح جدوجهد جي لاءِ خفيه طور تي ڪم ڪرڻ لاءِ ڪامريڊ ڪرال سنگ انهن سمورن وسيلن کي استعمال هيٺ آندو، جيڪي کيس ميسر هئا. هن ثقافتي جٿا ترتيب ڏنا جي مزدورن ۽ هارين جي سٿل ضمير کي جاڳائڻ ۽

تقريرن وسيلي ڪين تحريڪ آزادي ۾ شامل ٿيڻ جي ترغيب ڏين.

مسز ڪانگ ٻين سوڪ انهن جي نقش قدم تي هلندي اهڙن ئي طريقن کي استعمال هيٺ آندو ۽ لاڳيتو اهڙين ئي سرگرمين ۾ ذاتي طور تي حصو وٺي پنهنجو پاڻ کي انقلابي سرگرمين کان روشناس ڪرائيندي هئي. تجربن جي بنياد تي هن تقريرن وسيلي جهالت خلاف مهم کي سياسي تعليم سان شامل ڪري ڇڏيو. اهڙي ريت پنهنجي طريقہ ڪار کي وڌيڪ بهتر بنائڻ جي سلسلي ۾ هن ڪامريڊ ڪمال سنگ وٽان مستقل مزاجي سان گهڻو ڪجهہ سکيو.

مسز ڪانگ ٻين سوڪ عورتن جي آزادي جي تحريڪ جي ممتاز سياسي ڪارڪن ۽ رهنما هئي. هن پنهنجي سياسي ڪردار سان عورتن جي طبقي ۾ بيداري وارو روح ڦوڪيو ۽ عورتن جي آزادي واري جدوجهد ۾ انهن جي رهنمائي ڪئي.

ڪامريڊ ڪمال سنگ جي انقلابي سرگرمين ۾ مدد ڪندي مسز ڪانگ ٻين سوڪ جدوجهد آزاديءَ جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ پرايو. هڪ جوشيلي ڪارڪن هئڻ ڪري هن ماڻهن کي آزادي واري تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ اڀاريو ۽ عورتن کي آزادي خاطر جدوجهد ڪرڻ جي ترغيب ڏني. ان جي اڻٿڪ ڪوششن ۽ ناقابل شڪست ارادن جي ڪري ”آنتو“، ”فوسنگ“ ۽ چوطرف وارن ڳوٺن جون سموريون عورتون نہ رڳو پڙهڻ لکي سگهي ويون پر انهن

جي دل ۾ حب‌الوطني جا جذبا پوري شدت سان پيدا ٿيا ۽ جپاني سامراجين خلاف نفرت ۽ بيزاري جي باهه ڀڙڪي اٿي. ۽ اهي يقين محڪم سان عورتن جي آزادي واري تحريڪ ۾ شامل ٿي ويون. مسز ڪانگ بين سوڪ جي ڪوششن سان عورتن جو وڏو تعداد انقلابي تنظيم جو پڻ ميمبر ٿي ويو. اهڙي طرح جپان مخالف قوتون روز بروز وڌنديون ويون.

جڏهن ڪامريڊ ڪمال سنگ پهو ڀيرو دشمن هٿان گرفتار ٿيو ۽ کيس آنٿو پوليس اسٽيشن ۾ قيد ڪيو ويو. هو پنهنجي خفيه سرگرمين جي ڪري ڇهين جيل مان نڪرڻ کان پوءِ ٻيو ڀيرو گرفتار ٿيو هو. مسز ڪانگ بين سوڪ ڪامريڊ ڪمال سنگ ۽ سندس ساٿين جي آزادي خاطر وسيع پيماني تي ڪوششون شروع ڪيون. سندس تحريڪ جو مقصد رڳو پنهنجي پٽ کي آزاد ڪرائڻ ڪونه هو بلڪ هن ڪوريا جي انقلابين ۽ ڪوريائي انقلاب کي بچائڻ گهريو پئي. هن منطقي دليلن سان ان ڳالهه جي وضاحت ڪئي ته پوليس بنا ڪنهن سبب جي غيرقانوني طور تي ڪامريڊ ڪمال سنگ کي گرفتار ڪيو آهي. هن رجعت پسند پوليس جي ناپاڪ ارادن کي بي‌نقاب ڪندي ڀرپور مذمت ڪئي ۽ عوام کي دعوت ڏني ته هو انقلاب پسندن جي آزاديءَ لاءِ ميدان ۾ نڪري اچن. ڳوٺن ۾ رهندڙ ماڻهو جيڪي ڪامريڊ ڪمال سنگ کي چڱي نموني سڃاڻندا هئا ۽ ان لاءِ دلين ۾ عزت ۽ احترام هوندو هون

تن سندس گرفتاري جي خبر ڏاڍي شديد ردعمل جو اظهار ڪيو ۽ مسز ڪانگ بين سوڪ جي اپيل، جوش ۽ ولولو پيدا ڪري ڇڏيو ۽ اهي سڀئي جنگ لاءِ تيار ٿي ويا.

ڪوريائي عورتون جن اڃان تائين انقلاب يا جنگ جو نالو به نه ٻڌو هو ۽ جيڪي ماضي قريب تائين رڳو مردن جي فرمانبرداري ئي پنهنجو فرض سمجهنديون هيون. مسز ڪانگ بين سوڪ جي ڪوشش جي ڪري قومي بيداري وارن جذبن سان مالا مال ٿيون. اهي مردن سان گڏجي وڙهڻ لاءِ ۽ جنگ آزادي ۾ عملي حصو وٺڻ لاءِ پختو ارادو ڪري چڪيون هيون. آخرڪار اهي عملي جدوجهد جي لاءِ ميدان عمل ۾ نڪري آيون. انهن پوليس اسٽيشن اڳيان احتجاجي مظاهرو ڪيو ۽ هڪ ئي آواز ۾ چيو: ”ڪم سانگ جو معصوم آهي، کيس فوراً آزاد ڪيو وڃي.“

عوام جي اهڙي جوش خروش ۽ احتجاج کي ڏسي حاڪمن گوڏا کوڙي وڌا ۽ انهن لاءِ ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي آزادي کان سواءِ ڪو رستو ڪونه هو. تنهنڪري ڪجهه ڏينهن کان پوءِ کيس آزاد ڪري ڇڏيو.

حقيقت ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ هڪ باهمت سياسي ڪارڪن، هڪ انقلابي ۽ عورتن جي طبقي جي همدرد ۽ غمگسار هئي.

اهڙي ريت مسز ڪانگ بين سوڪ ڪوريائي عورتن کي متحد ڪري عورتن جي انجمن ۾ شامل ڪري ڇڏيو

۽ عوام جيڪو غير منظم هو، تنهن کي هڪ متحد انقلابي قوت ٺاهي ڇڏيو. انهن حالتن جي مطالعي منجهان اسان کي مسز ڪانگ بين سوڪ جي انقلابي دوستي ۽ تنظيمي صلاحيتن جون جهلڪيون ملن ٿيون. مسز ڪانگ بين سوڪ هڪ تنظيم انقلابي روح جي مالڪ هئي.

عورتن جي انجمن جي چيئرمين هئڻ واري حيثيت ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ هڪ پاسي ته سياسي معاملن ۾ عورتن جي رهنمائي ڪئي ته ٻئي پاسي هوءَ ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي اڳواڻيءَ ۾ خفيہ تنظيم جي ڪارڪن بڻجي ويئي ۽ ذاتي طور تي ٻارن ۽ نوجوانن جي آزاديءَ واري فوج جي تنظيم ۽ اڳواڻي ڪئي. هن "ساٿي نال" اخبار ۽ ٻئي مواد جي ورهاست وارو ڪم ۽ خفيہ پيغام پهچائڻ وارو ڪم پنهنجي سر تي کنيو. تنظيم پاران ڪيس ڪيترو ئي مشڪل ۽ محنت طلب ڪم ڇو نہ ڏنو وڃي، هوءَ ان ڪم کي خوشيءَ سان سرانجام ڏيندي هئي. ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ هوءَ بيمار ٿي وري بستري داخل ٿي ويئي. صحت خراب هوندي بہ مسلسل ڪم جي گهڻائي ۽ سخت محنت سندس صحت تي وڏو اثر وڌو. ١٩٣٢ع جي شروعات ۾ ڏکڻ منچوريا ڏانهن ويندي جتي مسلح دستن جي تنظيم واري ڪم عروج تي هو ڪم ال سنگ آزادي واري فوج سان رابطو قائم ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو تہ کيس ماءُ جي بيماري جي خبر ملي تہ هو هڪدم گهر هليو آيو. سندس ماءُ جي ڏاڍي خراب حالت هئي ۽ رڳو هن جو نڪو ٻاءُ

ماءُ وٽ هو. گهر ۾ اَن جو ڪڻو به ڪونه هو. ڪامريڊ ڪمال سنگهه باجهري جي هڪ بوري خريد ڪري گهر آندي. پر مسز ڪانگ بين سوڪ پٽ کي سختي سان ملامت ڪئي ۽ چيو "جيڪڏهن تون خانگي ڪمن ۾ اهڙي نموني حصو وٺندو رهين ته انقلاب خواب جي مثال رهجي ويندو. جيستائين مان جيئري آهيان، بکي نه مرندس. وطن جي آزادي خاطر ڪم ڪندڙ انسان جيڪڏهن گهريلو ڪمن لاءِ پريشان ٿئي ته اهو ڪو عظيم ڪم ڪيئن ٿو ڪري سگهي. هن باجهري جي بوري جي مهرباني! پر تو کي هن کان وڌيڪ فرض پورو ڪرڻ گهربو هو. پنهنجي وطن کي آزاد ڪرائي. مان سمجهان ٿي ته تو گهر اچي وڏي غلطي ڪئي آهي."

ان وقت به جڏهن مسز ڪانگ بين سوڪ جي مرڻيڪ حالت هئي هوءَ پنهنجو وجود وساري پنهنجي پٽ جي بلڪ ان کان به وڌيڪ ان عظيم انقلاب جي باري ۾ سوچي رهي هئي جنهن جي ڏکي سفر تي سندس پٽ سر جي بازي لڳائيندي هلي رهيو هو. ان ڪري هن پنهنجي پٽ کي گهٽ وڌ ڳالهايو. جيتوڻيڪ سندس اچڻ هڪ خدمتگار ۽ فرمانبردار اولاد وارو فرض هو ۽ ماءُ خاطر خوشيءَ جو باعث پڻ هو. پنهنجي زندگي کان وڌيڪ هوءَ پنهنجي ملڪ سان پيار ڪندي هئي ۽ ڪيس پنهنجي پٽ کان وڌيڪ اچڻ واري "عظيم انقلاب" جي باري ۾ فڪرمند هئي. حقيقت ۾ مسز ڪانگ بين سوڪ جي سيني ۾ هڪ پروقار

انقلابي دل هئي جيڪا وطن ۽ انقلاب جي لاءِ وقف هئي. پنهنجي پيءُ ماءُ جي خواهش موجب انقلاب خاطر گهر کان رواني ٿيڻ کان اڳ ڪامريڊ ڪمال سنگهه پاڙيوارن کي پنهنجي بيمار ماءُ جي نظرداري لاءِ چئي ويو.

پنهنجي مسلح سائين سان ساٿ ۾ ڪامريڊ ڪمال سنگهه گهاٽن جهنگن ۽ ڏکين پهاڙي رستن کي پار ڪندي پنهنجي منزل ڏانهن هلندو رهيو. سردي جي موسم جي سخت ٿڌ سندن حوصلن ۽ عزم کي ختم نه ڪري سگهي. ڪجهه مفاصلو ڪرڻ کان پوءِ هو آرام جي لاءِ ويهي رهيا. هن پنهنجو بوٽ لاهي ان ۾ اندر ڏٺو ته ان ۾ ويڙهوٽا ٿيل وارن جا ٿهه رکيل هئا. سندس ماءُ جي بي پناهه محبت اتي به کيس نظر آئي. اهي ويڙهوٽا ٿيل وار جيڪي هن وڏي احتياط سان سنڀالي رکيا هئا، هن جي جوتن ۾ وجهي ڇڏيا ته جيئن ان ڏکي اڙانگي سفر دوران سندس پير زخمي ٿي پون. هن جي محبت واري جذبي ۾ جبل کان وڌيڪ اوچائي ۽ عظمت ۽ سمنڊ کان وڌيڪ گهرائي ۽ اونهائي هئي.

پنهنجي پٽ کي انقلابي رستن تي هلائڻ کان پوءِ مستقل ڪافي عرصو نه رڳو سرگرمين ۾ سدائين حصو ورتو، بيماري جهڙي باوجود به جدوجهد جاري رکيائين. هوءَ زندگي ختم ڪندڙ بيماري خلاف به جنگ ڪري رهي هئي ۽ ان جنگ دوران هوءَ سدائين ڪوريائي انقلاب جي باري ۾ سوچيندي رهندي هئي ۽ ان لاءِ سرگرم عمل هوندي هئي. سندس سوچ جا رڳو اهي ٿي به مرڪز هئا.

هڪ وطن عزيز ۽ ٻيو ڪوريا جـو مستقبل. هوءَ سدائين ڪجهه نہ ڪجهه ڪرڻ گهرندي هئي ۽ ان انقلاب جـي باري ۾ سدائين فڪرمند رهندي هئي.

وطن عزيز جي آزادي ئي سندس مرحوم مڙس جي آخري خواهش هئي. ان ڪري اها ئي سندس سوچ جو محور هئي ۽ پوءِ جن انقلابي رستن تي سندس پٽ هلي رهيو هو. هوءَ پاڻ بہ انهن رستن تي عمل پيرا ٿيڻ گهرندي هئي. ننڊ ۾، جاڳندي، اٿي ويٺي رڳو انقلاب انقلاب جو ئي فڪر هوندو هوس ۽ کيس ڪامريڊ ڪم ال سنگ جـي شاندار ڪاميابي تـي پختو يقين هو. ان ڪامل يقين سبب هوءَ زندگي جـي آخرين گهڙين تـائين انقلاب خـاطر جدوجهد ڪندي رهي.

بيماري واري بستري تان هن فوجي رهنمائن جي نالي هڪ خط لکيو. اهي شخص تحريڪ آزادي ۾ سندس مڙس ڪم هيانگ جڪ سان گـڏ رهـي چڪا هئا. هـن جپاني سامراجين خلاف جنگ جاري رکـڻ خاطر سندن حوصلہ افزائي ڪندي لکيو تہ ”وطن عزيز جـي آزادي ۽ انقلابي سرگرمين لاءِ جپاني سامراجين سان آخـري گهڙيءَ تائين ۽ فيصلي ڪن جنگ ڪريو.“ کيس سدائين اهو فڪر رهندو هو تہ ڪٿي اهي بي‌مقصديت جو شڪار نہ ٿي وڃن.

پوين ڏينهن ۾ آزادي واري فـوج، ڪوريائي عوامي انقلابي فوج ۾ ضم ٿي ويئي هئي جنهن جـي اڳواڻي ڪم ال سنگ ڪري رهيو هو.

مسز ڪانگ بين سوڪ کي انقلاب ۾ ڪاميابي جو پختو يقين هو. زندگي جي آخرين گهڙين ۾ پڻ هوءَ مايوس نه ٿي پر هوءَ مستقبل جي باري ۾ پُراميد هئي. جڏهن هوءَ زندگي جي آخرين گهڙين ۾ هئي ته هن پاڙي وارين عورتن کي چيو، ”منهنجي مرڻ کان پوءِ جڏهن منهنجو پٽ سونگ گهر اچي ته ان سان اهڙوئي سلوڪ اختيار ڪجو، جهڙو مان پاڻ ڪندي هيس. جيڪڏهن ڪوريا تي جپاني سامراجين جو قبضو رهيو ۽ سندس گهر اچڻ کان اڳ ڪوريا آزاد نه ٿيو هجي ته ان کي چئجو ته منهنجي لاش کي ڪنهن ٻئي هنڌ کڻي وڃڻ جي ڪائي ضرورت ڪانهي پر..... مون کي يقين آهي ته هو جدوجهد کي اڌورو ڇڏي ڪڏهن واپس نه ايندو ۽ نه وري آزادي حاصل ڪرڻ واري ارادي کي ختم ڪندو. جڏهن ڪوريا آزاد ٿئي ته پياري پيمڻ پيانگ يانگ جي ويجهو اسان جي ڳوٺ مانگ يانگ ڏي ضرور وڃجو. اها حقيقت ۾ هڪ شاندار جاءِ آهي.“

ان منجهان ظاهر ٿئي ٿو ته هوءَ وطن عزيز سان بي پناهه محبت ڪندي هئي. سندس دل دشمن لاءِ نفرت وارن جذبن سان ڀريل هئي ۽ ڪوريائي انقلاب جي ڪاميابيءَ جو کيس پختو يقين هو.

ڪامريڊ ڪمال سنگ کي انقلاب جي عظيم رستي تي هلائڻ کان پوءِ مسز ڪانگ بين سوڪ انتهائي افسوس ناڪ حالتن ۾ ٣١ جولاءِ ١٩٣٢ع تي ٤١ ورهين جي عمر

۾ وفات ڪئي. افسوس ڪيس وطن عزيز جي آزادي وارو ڏينهن ڏسڻ نصيب نه ٿيو جنهن لاءِ هوءَ سڄي زندگي ڪوشش ڪندي رهي هئي.

جيتوڻيڪ مسز ڪانگ ينگ سوڪ هن دنيا کان جدا ٿي ويئي آهي. پر سندس اهو عظيم انقلابي روح سدائين زنده رهندو. جيڪو هن عظيم انقلابي رهنما جي پرورش ڪندي ان ۾ ڦوڪيو هو. اهڙي ريت وطن عزيز جي تاريخ ۾ سندس نالو سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو.

جيسين هئي جيئري ورچي نه ويئي
وڃي پوڻ پيئي، ساريندي ڪي سڄڻي (شاهه)

ڪجهه عرصي کان پوءِ هڪ ڏينهن جڏهن ڪامريڊ ڪم ال سنگ جپاني سامراجين مٿان ڪاري ضرب هڻڻ لاءِ هڪ تمام وڏي دستي جي اڳواڻي ڪندي وڙهي رهيو هو ته ان وچ ۾ هو ڪجهه وقت لاءِ پنهنجي گهر آيو پر گهر خالي پيو هو ۽ ٻئي ڀائر پاڙي واري مس ڪم وٽ رهيل هئا. اهي ڀائر پڻ انقلابي تنظيم ۾ شامل هئا. ان موقعي تي ڪامريڊ ڪمرال سنگ پنهنجي ڏک کي لڪائي نه سگهيو. پنهنجي پيءُ جي وصيت کي ورجائيندي ۽ پنهنجي ماءُ جي خواهشن کي اڳيان رکندي هن ڀائرن ڪورياڻي انقلاب ۾ فتح حاصل ڪرڻ لاءِ نئين سر واعدو ڪيو ۽ ان ڳالهه جو پختو ارادو ڪيائين ته هو هر قيمت تي فتح ۽ ڪاميابي

حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندا ۽ مادر وطن ۽ عوام ڪي آزادي ۽ خودمختياري ڏيارڻ لاءِ مرڻ گهڙيءَ تائين ڪوشش ڪندا رهندا.

پوءِ هرڪنهن جدوجهد وارو رستو اختيار ڪيو، ان ڪان پوءِ ڪامريڊ ”چول جو“. پنهنجي پاءُ ڪامريڊ ڪرال سنگ جي پيروي ڪندي فوج ۾ بهرو ورتو ۽ انقلاب جي عظيم رستن تي بهادريءَ سان وڙهندي قربان ٿي ويو. ڪامريڊ مينگ جو انقلابي تنظيمن ۾ حصو ورتو، هو اڄ بہ انقلاب ڪي ڪامياب بنائڻ لاءِ ڀرپور حصو وٺي رهي آهي.

مسز ڪانگ بين سوڪ هڪ محب وطن انقلابي عورت هئي. سندس زندگي (خلوص وارن) جذبن سان سرشار هئي. هن پنهنجي زندگي جي هر شيءِ وطن عزيز جي بحالي ۽ انقلاب جي فتح لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي.

هوءَ مڙس جي هڪ وفادار زال هئي. مسٽرڪمهيانگ جڪ پڻ وطن عزيز جي آزادي خاطر پنهنجي زندگي وقف ڪري ڇڏي هئي ۽ مسز ڪانگ بين سوڪ پڻ پنهنجي مڙس جي مدد ڪرڻ واري خيال سان هر شيءِ قربان ڪري ڇڏي هئي. مسز ڪانگ بين سوڪ جو پنهنجي ساهرن سان نهايت پرخلوص ورتاءُ هيو ۽ پٽن جي محبت ۾ وطن عزيز جي بحالي خاطر انقلابي جدوجهد وارو جذبو شامل هو. سندس زندگي ۽ جدوجهد آئيني مثل هئي جنهن مان مڪمل عملي زندگي واري تصوير نظر پئي آئي. هوءَ

سڀني عورتن لاءِ قابل تقليد هئي.

مسز ڪانگ بين سوڪ صبر و تحمل، اصول جي پابندي ۽ اٽڪ قوت ارادي جو سڄي زندگي اظهارڪندي رهي ۽ عورتن لاءِ بي مثال زندگي جو نمونو پيش ڪيو. هوءَ سخت محنتي ۽ بهادر عورت هئي. هن خود اعتمادي سبب پنهنجي زندگي نهايت بهترين طريقي سان گذاري. جيتوڻيڪ سندس آمدنيءَ جا ذريعا تمام محدود هئا پر هوءَ سدائين خود ڪفيل رهي.

هن پنهنجي عزيز مڙس ۽ پٽن کي وطن عزيز ۽ انقلاب خاطر وقف ڪري ڇڏيو. هن سڄي خاندان کي انقلاب- پسند ناهي ڇڏيو هو ۽ معاشري ۾ عورتن جي برابريءَ وارن حقن جي بحالي خاطر دل و جان سان جدوجهد ڪئي. هن پنهنجي سڄي زندگي ڪوريائي عورتن جي آزادي خاطر ۽ مادر وطن جي بحالي واري جدوجهد ڪندي گذاري ڇڏي هئي.

سندس شاندار انقلابي زندگي، سندس عظيم‌الشان ڪارناما ۽ سندس الفت ۽ محبت جيڪا قوم ۽ ملڪ لاءِ سندس دل ۾ هئي آخر تائين نور جي روشني وانگر روشن ۽ چمڪندي رهندي. هوءَ هڪ بهادر وطن پرست انقلابي عورت هئي جنهن پنهنجي جواني ۽ محبت وطن عزيز مٿان قربان ڪري ڇڏي.

اڄ وطن عزيز سندس پٽ ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي ڪوششن سان آزاد ٿي چڪو آهي جنهن جي لاءِ هوءَ

سڄي عمر جدوجهد ڪندي رهي هئي ۽ جنهن لاءِ هن سڀ ڪجهه وقف ڪري ڇڏيو هو. سندس هي پٽ، ڪوريائي عوام جو عظيم‌ترين محب وطن ۽ ممتاز قائد آهي جنهن جو شمار بين‌الاقوامي اشتراڪي (سوشلسٽ) تحريڪ جي صف اول جي رهنمائن ۾ ٿئي ٿو. ان هڪ نئين زندگي جي شروعات ڪئي آهي جنهن ۾ قوت، خوشحالي، آزادي ۽ خوشي ئي خوشي آهي.

ڪامريڊ ڪم ال سنگ شاندار جپان مخالف مسلح جدوجهد جي ڪاميابي ۽ ڪامراني تائين اڳواڻي ڪئي ۽ عوام اڳيان هڪ اهڙو ڪليل رستو پيش ڪيو جنهن جي اهي ڪافي عرصي کان شديد تمنا ڪري رهيا هئا. اهڙين حالتن ۾ نه باقاعدي مسلح فوج هئي. ڪامريڊ ڪم ال سنگ هڪ منظم طريقي سان ٢٠ سالن تائين جپاني سامراجين خلاف ڊگهي جنگ ڪئي ۽ شاندار انقلابي روايتن جو بنياد وڌو. اهڙي طرح ملڪ ۾ عوام جي خوشي، آزادي، طاقت جي گهڻائي ۽ خوشحالي جون پاڙون پڪيون ڇڏيون.

ڪوريا جا ماڻهو اهڙي ممتاز شخصيت کي پنهنجي اڳواڻ طور ڏسندي ڏاڍو خوش آهن ۽ پاڻ لاءِ فخر جو ڪارڻ ڄاڻن ٿا ۽ اهڙي عظيم رهنما جي موجودگي کي قومي اعزاز تصور ڪن ٿا. اسين مسز ڪانگ بين سوڪ جا انتهائي شڪرگذار آهيون جنهن اهڙي قائد جي تربيت ڪئي. ان ڪري اها اسان جي ملڪ جي عظيم ماءُ آهي.

اسان جيتري قدر خوش ٿيون ٿا اوترو ئي وڌيڪ عزت

ڪريون ٿا. هن جي زندگي جا ڪيترائي مثال اسان لاءِ زندگيءَ جو نمونو آهن. اسين سدائين پرآميد ۽ پرخلوص رهنداسين. جهڙي طرح مسز ڪانگ بين سوڪ کي انقلاب جي فتح تي مڪمل يقين هو ۽ ان لاءِ هن جدوجهد ڪئي. ڪوريائي عوام پڻ اهڙي يقين محڪم سان جدوجهد ڪندو رهندو ۽ دشمن کي ختم ڪرڻ لاءِ فوجي طاقت جي استعمال کان پاسو نه ڪندو ۽ ائين ڪرڻ لاءِ عوام مسز ڪانگ بين سوڪ وانگر وطن عزيز ۽ پنهنجي قائد سان بي پناهه محبت ڪندو هو. پنهنجي خاندان کي انقلاب پسند ۽ پنهنجو پاڻ کي محنت جو عادي بڻائيندو هو. اسان جي ڪوشش ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي انقلابي نظرين جي تابع هوندي ۽ ٤ ڪروڙ ڪوريائي عوام جي اڳواڻ ڪامريڊ ڪم ال سنگ جي اڳواٽي هيٺ سرخ (ڳاڙهو) انقلابي سپاهي بنجي دل جي جذبي سان پنهنجي جدوجهد جاري رکندو. اسان ڪامريڊ ڪم ال سنگ سان وفادار رهڻ جو اقرار ڪري چڪيو آهي ۽ اهوئي اسان جي عظيم قوم جو رهنما آهي.

## هوءَ اسان سڀني جي ماءُ آهي

ڪوريائي عوام جي ماءُ ڪانگ بين سوڪ جي ياد ۾ تقريباً ٢٧ سال ٿيا، جو اسان ڪانگ بين سوڪ اسان کان جدا ٿي ويئي. وقت ڪهڙو نه تيز رفتاريءَ سان پيو گذري، اهڙا چڻ ڪلهوڪي ڳالهه پئي نظر اچي. جڏهن

مان آن سان فو سنگ ۾ رهيل هيس پر ان واقعي وچ ۾
ڪيترن سالن جي وٿي آهي.

اها هڪڙي ماضي بعيد جي ڳالهه آهي جڏهن منهنجي
آن سان پهرين ملاقات ٿي هئي ان وقت منهنجي عمر رڳو
۱۷ سال هئي ۽ هن جي ۷۲ ورهين جي لڳ ڀڳ آهيان ۽
ماڻهو مونکي ”ڏاڏي امان“ ڪري سڏين ٿا. منهنجو خيال
آهي ته جيڪڏهن اڄ امان زنده هجي ها ته انجي عمر ۷۷
ورهين جي لڳ ڀڳ هجي ها. اهي ماڻهو جن وڏي خوشگوار
زندگي بسر ڪئي ۽ جن جي صحت نهايت متوازن رهي
سي سندس ٿي عمر وارا ماڻهو اڄ به تندرست ۽ توانا نظر
اچن ٿا. هن سان زندگيءَ وفا نه ڪئي ۽ هوءَ جلد ئي
موت جهڙي ظالم چنبن جو شڪار ٿي ويئي. ان جو اهو
سبب آهي ته هن پنهنجي وطن جي وچايل آزادي حاصل
ڪرڻ لاءِ اڻٿڪ محنت ڪئي هئي ۽ وري ڪيس اڪيچار
مسئلن سان منهن ڏيڻو پيو هو ۽ هڪ اهڙي معاشري جي
تشڪيل لاءِ رات ڏينهن محنت ڪرڻي پئي هئي. جنهن ۾
غريب ۽ نادار به امن ۽ سڪون واري زندگي گذري سگهن
۽ جنهن جا بنياد عدل ۽ انصاف تي هجن. ۱۹۲۵ع ۾ امان
سان منهنجي پهريون دفعو ملاقات ٿي.

جيتري قدر مونکي ياد آهي ته مسٽر ڪرهيانگ جڪ
”فوسنگ“ ۾ پهريون پيرو ۱۹۲۴ع جي سياري واري
موسم ۾ آيو هو ۽ سندس خاندان ۱۹۲۵ع ۾ فيبروري جي
آخر يا مارچ جي شروعات ۾ اوڏانهن آيو هو.

مسٽر ڪم هيانگ جڪ ”سيانامن“ پاڙي ۾ رهڻ لڳو، ۽ اتي پنهنجو ڪم (Work) ڪندو رهيو. سندن گهر اسان جي گهر کان گهڻو پري ڪونه هو سان اڪثر ماڻهن کان مسٽر ڪم هيانگ جڪ ۽ مسز ڪانگ بين سوڪ جي باري ۾ ڳالهيون ٻڌندي رهندي هيس.

”فوسنگ“ ۾ مسٽر ڪم هيانگ جڪ جي اچڻ کانپوءِ، سندن گهر ۾ نه رڳو ”فوسنگ“ ۽ انجي پسگردائي پر مختلف شهرن کان ايندڙ مهمانن جي پيهه لڳي پيئي هوندي هئي. ۽ ڪڏهن ته ائين لڳندو هو جيئن اهڙن اڪيچار مهمانن جي گڏ ٿيڻ سان سندن گهر ۾ جلسا ٿيندا هجن.

اسان کي تڏهن اها خبر ڪانه هئي ته هي اهي ماڻهو آهن جي ڪوريا جي آزادي خاطر ڪم ڪري رهيا آهن. انڪري اسان کي تعجب ٿيندو هو ته ايترا سارا ماڻهو ڇا لاءِ هنن سان ملڻ لاءِ اچن ٿا جڏهن ته هو خود هن شهر ۾ نوان آيل هئا. اسين ملاڪ ڪاني ڏکهي عرصي کان اتي رهندڙ هئاسون پر اسان وٽ سال اندر وڏ ۾ وڏ ٻه يا ٽي ڀيرا ڪو مهمان ايندو هو. اڪثر وقتن تي جيڪي مهمان مسٽر ڪم هيانگ جڪ جي گهر ايندا رهندا هئا سي سندس بيحد عزت ۽ احترام ڪندا هئا ۽ مسٽر ڪم هيانگ جڪ کي ”جناب“ چئي مخاطب ٿيندا هئا.

فوسنگ اچڻ کان ڪجهه عرصو پوءِ مسٽر ڪم هيانگ جڪ، ڪوريا جي غريب رهواسين جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي تعليم جي زيور سان سينگارڻ لاءِ ”ٻنيڪسان“

نالي اسڪول کوليو. فوسنگ ۾ ان وقت ڪوريا جي رهواسين لاءِ ڪوبہ اسڪول نہ هو، جنهن ڪري ڪوريا جا اڪثر ماڻهو پنهنجي ٻارن کي اسڪول موڪلي نہ ٿي سگهيا.

هنن کي پاڻ تعليم حاصل ڪرڻ جو ڪو موقعو نہ مليو هو ۽ هوءَ ڌاري سرزمين تي زندگي گذاري رهي هئي. فوسنگ ۾ آباد سمورن ڪوريائي ماڻهن جي دلي خواهش هئي تہ آهي ڪوريائي زبان ۽ ابجد وارا اکر سکڻ لاءِ پنهنجي اولاد کي اسڪول موڪلين. سندن اها ديرينہ خواهش ان وقت پوري ٿي جڏهن مسٽر ڪم هيانگ جڪ "ٻئيڪسان" نالي اسڪول کوليو.

"فوسنگ" ۾ رهندڙ سمورن ڪوريائي ماڻهن هڪ آواز ٿي چيو هو "فوسنگ ۾ رهندڙ اسان غريب ڪوريائي ماڻهن جي خوش قسمتي آهي جو اڄ اسان جي وچ ۾ مسٽر ڪم هيانگ جڪ جهڙي قابل احترام شخصيت موجود آهي."

ماڻهو، امان ڪانگ ٻين سوڪ جي باري ۾ پڻ اهڙي عقيدت ۽ احترام وارن جذبن جو اظهار ڪندا هئا. مونکي خبر ڪونهي تہ منهنجي ماءُ ڪڏهن مسزڪانگ ٻين سوڪ سان ملي هئي پر هن مونکي ٻڌايو هو تہ امان ڪانگ ٻين سوڪ پنهنجي مڙس مسٽر ڪم هيانگ جڪ وانگر فياض ۽ مهربان هئي امان ڪانگ ٻين سوڪ جي تعريف رڳو منهنجي ماءُ ئي نہ ڪندي هئي، پر پاڙي ۾ رهندڙ هرماڻهو سندس مداح هو، تہ هوءَ انتهائي محنتي، خوش اخلاق

مخلص ۽ سدائين پاڙي وارن جي خلوص سان مدد ڪرڻ لاءِ تيار رهندي هئي. اهو پڻ ٻڌڻ ۾ آيو ته هوءَ ڪنهن غريب پاڙيسري جي گهرو ڪم ڪار جي نظرداري ڪندي هئي. مون کيس انهن بدقسمت والدين جي گهر وڃي دلجوئي ڪندي ڏٺو، جن جو پٽ درياهه ۾ ترندي ٻڏي ويو هو ۽ اهڙي قسم جون ٻيون ڳالهيون پڻ. ڪوبه ڏينهن اهڙو نه گذرندو هو، جو سندس باري ۾ ڪا ڳالهه نه ٻڌندي هيس. منهنجي وڏي خواهش هئي ته مان پاڻ ان سان وڃي ملان. پر انهن ڏينهن ۾ اڄ واريون حالتون نه هيون، ان ڪري منهنجي خواهش اڻپوري رهجي ويئي ۽ پوءِ غير-متوقع طور تي مسٽر ڪرهيانگ جڪ گذريل سال جون مهيني ۾ انتقال ڪري ويو. اها خبر اسان لاءِ نهايت حيران ڪندڙ ۽ المناڪ هئي. اچوڪي ڏينهن به مونکي پنهنجي وڏي ڀاءُ جون ڳالهيون ياد آهن جيڪو مسز ڪانگ ٻين سوڪ وارن ڏانهن تعزيت لاءِ ويو هو. تعزيت ڪرڻ وارا نه رڳو فوسنگ منجهان پر ٻين علائقن کان پڻ سندن گهر ايندا هئا. اهي سموريون اهم شخصيتون جن مري ويل سان گڏ انقلابي سرگرمين ۾ ڀرپور ورتو هو تعزيت ۽ ڪفن دفن لاءِ آيل هيون.

ان ڪانسواءِ منهنجي ڀاءُ ٻڌايو ته "بائيڪسان" اسڪول جا شاگرد، سندن والدين اهي سمورا غريب ماڻهو جن مرحوم وٽان تعليم حاصل ڪئي هئي تعزيت لاءِ آيا. اهي ڳالهيون ٻڌائڻ کان پوءِ منهنجي وڏي ڀاءُ وڏي افسوس جو

اظهار ڪيو تہ مسز ڪانگ بين سوڪ پنهنجن ننڍڙن ننڍڙن ٻارن سان ڪيئن گذران ڪندي. جڏهن تہ انهن هاڻ هاڻ جڳهہ تبديل ڪئي هئي ۽ آهي هڪ اڻواقف هنڌ رهندڙ هئا، منهنجي ڀاءُ آہ ڀريندي چيو تہ ”ڪيس ائين ٿيو محسوس ٿئي جيئن اهو سمورو داستان، غير سندس پنهنجو هجي. منهنجي ڀاءَ وڌيڪ ٻڌايو تہ ”مسز ڪانگ بين سوڪ گهوڙها ان وقت ڏٺين نہ، وهايا جيستائين جنازو قبرستان ڏانهن هليو نہ ويو. قبرستان ۾ ماڻهو مرڻ واري جي باري ۾ گفتگو ڪري رهيا هئا ۽ مسٽرڪم هيانگ جڪ جا پراڻا ساٿي جيڪي اڳ ئي مسز ڪانگ بين سوڪ کي سڃاڻندا هئا چوڻ لڳا تہ هوءَ پنهنجي مڙس جيان ناقابل، تسخير آهي. مسز ڪانگ بين سوڪ جي ڪهاڻي ٻڌي منهنجي دل ۾ ڪيترن ئي قسمن جا خيال ابرڻ لڳا. اهڙي ماڻهوءَ جي ڪهاڻي ڪيڏي دردناڪ آهي جيڪو وطن کان هزارين ميل پري پنهنجي آرزوئن ۽ تمنائن کي اڻپورو ڇڏي، موت جي ڇنبي ۾ اچي وڃي. وطن جي آزادي جهڙي بلند مقصد حاصل ڪرڻ کانسواءِ جنهن لاءِ هن مسلسل جدوجهد ڪئي. هن دنيا منجهان لاڏاڻو ڪري وڃي ۽ مسز ڪانگ بين سوڪ جي دل تي ڇا گذرندو هوندو جنهن جو اڪيلو سهارو کسجي ويو. اهو خيال ڪيترو درد انگيز آهي جو زندگيءَ جي اوکن ۽ اڙانگن رستن تي ننڍين ننڍين ٻارڙن سان ڪهڙي نموني گذارو ڪندي ۽ سندن تربيت واري عظيم ذميداري کي نڀائيندي. هُن ٻاڻ کي ڪيترو بيسهارو

محسوس ڪيو هوندو پر سندس اکين مان پارن ساڳهون هڪڙو گهوڙهو به نه ڪريو. هوءَ ڪيتري پختي ارادي جي مالڪ هئي. مان ننڍي عمر هئڻ جي باوجود تعريف ڪرڻ کانسواءِ رهي نه سگهيس.

مسٽر ڪمرهيانگ جڪ جي وفات کان پوءِ امان ڪانگ بين سوڪ، سندس ڪم کي جاري رکيو ۽ ان ۾ پنهنجو پاڻ کي مصروف ڪري ڇڏيائين. هن "بائيڪسان" اسڪول کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو. اهو اسڪول مسٽر ڪم - هيانگ جڪ پاڻ شروع ڪيو هو ۽ پاڻ ئي ان کي هلائيندو هو. مادر ڪوريا فوسنگ جي علائقي ۾ پاڻ شاگردن جي والدين ۽ محب وطن ماڻهن جي گهرن ۾ وڃي اسڪول جي مالي امداد لاءِ پيسن جو بندوبست ڪندي هئي ته جيئن اسڪول مالي طور تي خود ڪفيل ٿي سگهي. اسڪول جي انتظامي مشڪلاتن لاءِ هوءَ مسٽر ڪمرهيانگ جڪ وانگر پاڻ اسڪول ۾ وڃي مناسب تدبيرون اختيار ڪندي هئي. مسٽر ڪمرهيانگ جڪ جي وفات کانپوءِ رکيو اهاڻي ذميداري هنن پنهنجي سر تي نه کنئي پر سندس خواهش موجب هوءَ انقلابي تحريڪ ۾ پڻ شامل ٿي ويئي. ان ڳالهه جو اهو ثبوت آهي ته هن ذاتي طور تي عورتن جي انجمن جي تنظيم ڪري ان جي رهنمائي ڪئي.

جڏهن هوءَ عورتن جي انجمن جي تنظيم ۾ مصروف هئي. سندس تصوير اڄ به منهنجي نظرن اڳيان ڦري رهي آهي. وارن ۾ وچان سينڌ ڪڍي هوءَ وارن کي ڪوريائي

انداز ۾ ڏاهيندي هئي پنهنجي هٿن جي ڏاهپ اچي موٽي لباس ۾ ملبوس ڇهري ته ـ ي هڪ نـرم سنجيدگـي واري مسڪراهٽ سان هوءَ تمام سٺي نظر ايندي هئي.

مونکي اهو ڏينهن اڄ به ياد آهي جڏهن پهرين ڏينهن اسان کي نون نالن سان منسوب ڪيو ويو. عورتن کي زالن واري انجمن جو ميمبر ڪيو ويو. اسان منجهان اهڙيون تمام ٿوريون عورتون هيون جي معروف هيون يعني شايان شان نالن سان سڏائيون هيون. ڪيترن ئي پنهنجو پاڻ کي ”گمٽ نان اي“ (نئون چاول) ”چوٽ جائي“ (پهريئي ڀار) ”ڪم سي“ (مسز ڪم) ۽ اهڙن ٻين نـالن سان متعارف ڪرايو. اهو منظر اهڙو ته دلڪش هو جو ڪلي ڪلي پيٽ ۾ وٽ پئي پيا. ان وقت منهنجو نالو ”هٽ جائي“ رکيو ويو. ڪيتريون عورتون ان ضد تـي هيون ته کين سندن اصلي نالن سان سڏيو وڃـي جيڪي سندن والدين رکيا هئا. مسز ڪانگ ٻين سوڪ ان ڳالهه جي سختيءَ سان مخالفت ڪئي.

هن اسان کي ٻڌايو تـه انهن ڪرڻ سان اها خبر پوي ٿي ته ڪوريائي عورتن سان اهڙو بد ترين سلوڪ ٿيندو هو، جنهن کي ڪو به انسان ڪڏهن برداشت نٿو ڪري سگهي. هن چيو اسان کي پنهنجي مناسب نالن جي پهريان حفاظت ڪرڻ گهرجي. ان مقصد لاءِ ته اسان هيءُ ميڙ ڪيو آهي ته جيئن ملڪ آزاد ڪرائجي ۽ عورتن جا حق حاصل ڪيا وڃن. هن جا لفظ ايترا اثر وارا ۽ دليل ايترا ٺوس ۽ منطقي

ميمبرن جو انجمن جي ميمبر زالن گڏجي بند ڪري انهي جو اتي هڪدم فيصلو ڏيئي ڇڏيو، تہ ڪين نون نالن سان سڏيو وڃي. مون جڏهن ڪين ٻڌايو تہ 'جو' تہ منهنجي پاءُ جو اڳ ۾ ئي نالو آهي تہ مسز ڪانگ ٻين سوڪ مونکي چيو تہ "جيڪڏهن توکي پسند اچي تہ تنهنجو نالو جوسن رکيو وڃي" "جوسن" اهو ٻن لفظن تي مشتمل آهي ۽ جنهن جو مطلب اهو آهي تہ هڪ نئين پروقار ۽ خوددار عورت جنم ورتو آهي. جنهن ماضيءَ وارن تلخين سان وابستہ اڳوڻي نالي "سٽ جائي" کي پٺ خيرباد چئي ڇڏيو. هوءَ جڏهن عورتن جي حق تلفي ۽ انهن سان ٿيندڙ بدسلوڪي کي ياد ڪندي هئي تہ ڪيس انهن جي قيد و بند واري زندگيءَ تي ڏاڍو ڏک ٿيندو هو. عورتون ويچاريون تہ ساهہ بہ آزاد نموني سان مشڪل ڪٿي سگهنديون هيون. انهن واقعن جو احساس اهڙي نموني ڏياريندي هئي جو هرڪا دل سرد آه ڀرڻ لاءِ ۽ هرڪا اک ڏک ڀرين ڳوڙهن وهائڻ لاءِ مجبور ٿي ويندي هئي. سندس تقرير دل و دماغ جي اونداهيءَ کي ختم ڪري، نئين روشني عطا ڪندي هئي. ائين محسوس ٿيندو هو، جيئن زنگ لڳل ذهن نئين روشني ملڻ ڪري روشن ٿي چڪو هجي. آءٌ ان موقعي تي هن کان بيحد متاثر ٿيس ۽ مون دل ۾ پڪو ارادو ڪري ڇڏيو تہ اڄ کان مسز ڪانگ ٻين سوڪ کي پنهنجي ماءُ سمجهندس ۽ سندس پيروي ڪنديس ۽ سدائين سندس هدايتن تي عمل پيرا ٿيڻ جي ڪوشش ڪنديس. اهو منهنجي

جوانيءَ جو دور هو ۽ مونکي اهو احساس ٿي چڪو هو ته رڳو ان عورت جي بوئڙگي ڪرڻ سان ئي مان ان قابل ٿــي سگهنديس جو هڪ سٺي زال، بهترين مــاءُ ۽ صحيح انسانن واري زندگي گذاري سگهان.

ان ڏينهن اسان سڀني عورتن کي انجمن جي اڳواڻ جي چونڊ ڪرڻي هئي. مسز ڪانگ ين سوڪ سمورين عورتن کي چيو ته اهي پاڻ سوچي ويچاري پنهنجي راءِ جو اظهار ڪن ته ڪير اڳواڻيءَ وارين بهترين صلاحيتن جي مالڪ آهــي. سمورين شادي شده عورتن متفقه طور تــي فيصلو ڪيو ته مسز ڪانگ ين سوڪ ئي ان لائق آهي جو ڪيس هن انجمن جي چيئرمين مقرر ڪيو وڃي. اها راءِ ان حقيقت جو اظهار ڪري ٿي ته هوءَ عورتن واري طبقي ۾ ڪيتري قدر مقبول هئي ۽ ڪيس سڀني عورتن جو اعتماد حاصل هــو. سندس مرتبي جــو دائرو رڳو فوسنگ تائين محدود نه هو پر ان جي چوطرف پڻ سندس بي‌پناهه شهريت ۽ مقبوليت هئي.

مسز ڪانگ ين سوڪ ســان ٿيندڙ مسلسل ملاقاتن منجهان جنهن ڳالهه مونکي سڀ کان وڌيڪ متاثر ڪيو اهو سندس صبر و تحمل وارو جذبو هو. هــوءَ پنهنجي مرحوم مڙس مسٽر ڪم‌هيانگ جڪ جي خواهش کي عملي روپ ڏيڻ لاءِ جنهن صبر ۽ پختگيءَ سان انقلابي رستي تي هلي رهي هئي، ان جــو مثال ملڻ مشڪل آهــي. مسٽر ڪم‌هيانگ جڪ جي وفات کانپوءِ پريمئير خاندان جو گذران

ڏاڍو تڪليف سان ٿيندو هو. وري مسز ڪانگ ٻين سوڪ جي صحت پڻ ٺيڪ نہ هئي هڪ طرف مفلسي ۽ غربت ۽ ٻئي طرف صحت جي ڪمزوري. پر هن همت نہ هاري. هوءَ عورتن جي انجمن جي پڻ سرگرم ڪارڪن رهي ۽ پنهنجي خاندان کي سنوارڻ لاءِ پڻ ڪوشان رهي ۽ وري اسانجي پريميئر مسٽر ڪمال سنگ جي تعليم و تربيت طرف پڻ پورو پورو توجهہ ڏنو. هوءَ اڪثر رات جو جاڳي سلائي ۽ ڌلائي جو ڪم ڪندي رهندي هئي. اهڙي ريت ٻين جا ڪپڙا ڌوئي هوءَ مشڪل سان”هڪ ڏينهن ۾ ڏهہ پيسا ڪمائي سگهندي هئي پر هن ڪڏهن بہ پنهنجي سخت محنت، غربت ۽ صحت جي ڪمزوريءَ جي شڪايت نہ ڪئي.

سندس چهري تي سدائين مسڪراهٽ رهندي هئي. هوءَ غريب ڪوريائي عوام جي تسڪين خاطر سدائين چوندي هئي تہ:

”هڪ ڏينهن اهڙو اچڻ وارو آهي جڏهن ڪوريا آزاد ٿيندو ۽ غريب پرسڪون زندگي گذاري سگهندا.“

جيتوڻيڪ هوءَ پاڻ سچو ڏينهن ڪم ڪري ٿڪاوٽ سبب چُور ٿي پوندي هئي پر سندس استقلال ۽ محبت واري جذبي جو اهو حال هو جو هوءَ پنهنجي ڪم کان واندي ٿيڻ کانپوءِ پاڙيوارين جي ڪمن ۾ هٿ ونڊائيندي هئي ۽ کين جپان مخالف نظرين جي تعليم ڏيڻ کان ڪڏهن بہ غافل نہ رهندي هئي.

جڏهن شروع شروع ۾ مون سندس گهر وڃڻ شروع ڪيو ته مان سندس بيحد مصروفيت ڏسي حيران ٿي ويس. مان سمجهندي هيس، جيئن ته هوءَ پاڙيوارن جي مدد ڪرڻ لاءِ سدائين تيار رهندي آهي ان ڪري سندس مالي حالت ايتري خراب نه هوندي پر جڏهن هن سان منهنجي ڏيڻ-ويٺ وڌي تڏهن مونکي احساس ٿيو ته هوءَ انتهائي تنگ-دستي واري زندگي گذاري رهي هئي.

بورچي خاني ۾ ٻه ننڍڙيون ڏيگڙيون ۽ ڪيترائي پيالا ۽ هڪ ننڍڙي ڪاغذن جي پرزن ۾ ويڙهيل ڪاٺ جي پيتي اها سندس ڪل ميراث هئي. هوءَ اڪثر صبح و شام ٻاجهري جي رٻ پچائيندي هئي جڏهن سندس گهر ڪو مهمان ايندو هو ته هوءَ ڪيس پنهنجو حصو ڏيئي پاڻ پاڻيءَ تي گذران ڪندي هئي جيڪو رٻ ڪڍڻ کان پوءِ هوءَ ان کي وڌائڻ لاءِ وجهي ڇڏيندي هئي. جڏهن هوءَ فوسنگ ۾ رهندي هئي مون ڪيس ڪڏهن به نئون اسڪرٽ پاتل نه ڏٺو. هوءَ رڳو پنهنجي هٿ جو ناهيل سوٽي ڪپڙو استعمال ڪندي هئي. جيڪڏهن سندس مالي حالت بهتر هئي ته پوءِ ٻين جي مدد ڪرڻ ايترو ڏکيو ڪم نه هو پر حيرت ته ان ڳالهه جي آهي ته ايتري قدر تنگدستي ۾ پڻ هوءَ ٻين لاءِ کهڙي نموني ڪم ڪندي هئي. شروع شروع ۾ جڏهن منهنجو انقلابي شعور بيدار نه ٿيو هو ته اهو سڀڪجهه منهنجي لاءِ ڳجهارت مثل هو ۽ اها ڳالهه ڪڏهن به منهنجي سمجهه ۾ نه پئي آئي ته هوءَ

ڪهڙي طرح پين لاءِ اپڻي محنت ۽ خلوص سان ڪم ڪري رهي آهي.

جيئن ته مان انجمن خواتين جي هڪ ڪارڪن هيس تنهنڪري آهستي آهستي مسز ڪانگ بين سوڪ جي قيادت ۾ مون ڪميٽريون ٺي نيون ڳالهيون سکي ورتيون.

"هاسنگ" اسڪول مان مونڻ ڪانپوءِ اسانجي قائد ڪمال سنگ، "فوسنگ" ۽ "سائيل" نالي ٻارن جي انجمن جي تنظيم ڪئي. ۽ ڪوريائي ٻارن کي پنهنجي ملڪ جا ننڍيا ۽ پرجوش جپان مخالف سپاهي ناهڻ ۾ پوري پوري ڪوشش ڪئي. هن سائنل اخبار شايع ڪري انهن ۾ بيداريءَ وارو روح ڦوڪيو. پوءِ ٻارن جا آرٽ گروپ تيار ڪيا جيڪي پڻ وارن ڳوٺن ۾ وڃي، جپاني سامراجين خلاف جدوجهد آزادي وارو ڪم سرانجام ڏيندي ڳوٺاڻن کي پڻ آزادي واري جذبي جو احساس ڏياريندا هئا. ان موقعي تي امان پنهنجي پٽ جي مدد ڪرڻ لاءِ فوسنگ کان پراسن ڳوٺاڻن علائقن ۾ اخبار جي ورهاست جو ڪم پنهنجي ذمي ڪنيو هو. ان ڪانسواءِ هوءَ سڄي رات جاڳندي رهندي هئي ۽ ٻارڙن واري انجمن جي ممبرن لاءِ لباس تيار ڪندي هئي. جيڪو پائي آهي مختلف ڳوٺن ۾ وڃي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا هئا.

هن اسانجي قائد جي چاچي ڪم هيانگ ۽ پنهنجي سيني پٽن جي رهنمائي ڪئي ته جيئن اهي انقلابي رستن تي هلي بين ۾ انقلابي شعور پيدا ڪن. پنهنجي خاندان جي پاتين

ڪانسواءِ هُن اسان سڀني عورتن جي دلين ۾ اهو جذبو پيدا ڪري ڇڏيو ته اسين ملڪ سان بي پناهه محبت ڪريون ۽ ان لاءِ انقلاب ۾ عملي حصو وٺون. انهن عورتن منجهان مان پڻ آهيان. پنهنجي ذهني ۽ جذباتي بيداري ڪارڻ امان ڪانگ بين سوڪ جي احسانمند آهيان. اهو سندس پُرخلوص ڪوشش جو نتيجو آهي جو منهنجي دل ۾ خدمت وارو جذبو پيدا ٿيو. اڄ جيڪڏهن منهنجي دل معاشري ۽ ملڪ واري محبت سان سرشار آهي ته ان لاءِ مان سندس ٿي شڪرگذار آهيان. امان جي اڳواڻيءَ هيٺ اسان جي عورتن واري انجمن هر روز ڏينهن ٻيڻي چوڻي ترقي ڪئي آهي. هن رات جو اسڪول کولي عورتن کي ڪوريائي لفظ لکڻ پڙهڻ سيکاريا. هوءَ اڪثر پاڙيوارين عورتن سان ملندي جلندي رهندي هئي ۽ نهايت سادي نموني سان کين سمجهائيندي هئي ته ڪهڙي نموني جپاني سامراج کي ڪوريا مان ڪيڏي پنهنجي ملڪ جي آزادي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ۽ عورتن کي پنهنجا حق حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙي ريت جدوجهد ڪرڻ گهرجي.

سندس ڪوششن سان عورتن واري انجمن هفتي ۾ هڪ ڀيرو عوامي جلسو ڪرائيندي هئي. سندس سدائين اهو مقصد رهيو ته عورتن کي اونداهي مان ڪيڏي سجاڳي کان روشناس ڪرايو وڃي. جيئن اهي عورتون جيڪي گهر جي چوديواري ۾ قيد آهن ۽ جيڪي ٻين جي سوالن جا جواب ڏيڻ کان شرمائين ٿيون، تن کي بيدار ڪري ان لائق بڻايو

وڃي جو اهي عوام سان رابطو قائم ڪري جدوجهد آزادي ۾ سندن مددگار ٿي سگهن. سندن بصيرت ختم ٿي چڪي آهي. اسانجو پهريون ۽ آخرين مقصد اهو آهي ته وڃايل شيءِ واپس ڪئي وڃي. عورتون همت سان گڏوگڏ بصيرت جون مالڪ پڻ آهن.

شروع شروع ۾ ته ڪابه عورت اهڙي نظر نه ايندي هئي جيڪا انهن عوامي جلسن ۾ تقرير ڪري سگهي! امان اسانجي حوصلي افزائي ڪندي چيو ته "توهان پنهنجي دل جي ڳالهه بنا ڪنهن جهجهڪ جي سيني جي اڳيان چئو، ڇو ته اسين سڀ عورتن جي انجمن جون ميمبر آهيون ۽ اسين پنهنجي دل جي ڳالهه بغير ڪنهن رنڊ روڪ جي سيني کي ٻڌائي سگهون ٿيون. جيڪي عورتون تقرير ۾ حصو وٺنديون هيون هوءَ سدائين انهن جي تعريف ۽ ساراهه ڪندي ۽ سندن همت افزائي ڪندي کين احساس ڏياريندي هئي ته توهان ڪافي ڪجهه سکيو آهي ۽ تمام گهڻي ترقي ڪئي آهي هوءَ اسان کي اڪثر ٻڌائيندي هئي ته هن ڪهڙي نموني پنهنجي پٽ ۽ اسانجي قائد ڪم ال سنگ کان تقرير جو فن سکيو. اهڙي ريت اسانجي دلين ۾ پڻ خود اعتمادي وارو جذبو اڀاريندي هئي.

جنهن جو اهو نتيجو نڪتو ته اهي عورتون جيڪي پهريان تقرير ڪرڻ کان شرمائينديون هيون ۽ شرمائڻ ڪري سندن منهن جو رنگ ڳاڙهو ٿي ويندو هو ۽ جيڪي پنهنجي منهن کي هٿن ۾ لڪائي، لڄ وچان رڳو پنهنجو

نالو ٻڌائي ويهي رهنديون هيون يا رڳو ججهڪ محسوس ڪندي ٻہ ٽي لفظ مشڪل سان چئي پنهنجي تقرير پوري ڪنديون هيون. يا رڳو ”اسان کي پنهنجا حق حاصل ڪرڻ گهرجن“ ئي چئي سگهنديون هيون ۽ سندن ڳالهائڻ واري طاقت ختم ٿي ويندي هئي ۽ اهي لڄي ٿيندي اسٽيج کان واپس ٿينديون هيون. اڄ اهي ئي عورتون عوامي جلسن ۾ وڏي وضاحت ۽ بلاغت سان تقرير ڪن ٿيون. ان وقت اسان ڪانگريس سوڪ پنهنجي صحت جي تباهہ ٿيڻ کان بي‌پرواهہ ٿي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ڏانهن ويندي رهي جيڪي ”فوسنگ“ کان ڪيترائي ميل پري هئا. اتي هوءَ اڪثر ويندي رهندي هئي ۽ اسانجي تنظيم ۾ نون نون ماڻهن کي شامل ڪندي رهي. ان وقت ڏاڍين اهڙا ڪثر قسم جا ماڻهو ڪافي تعداد ۾ موجود هئا جن جي ذهنن ۾ جاگيرداريءَ جا اثر سمايل هئا. اهي ماڻهو اسانجي جدوجهد جي کلم کلا مخالفت ڪندا هئا ۽ جن ماڻهن کي عقلمند سمجهيو ويندو هو سي مذاق اڏائيندي اسانجي تحريڪ لاءِ چوندا هئا ”چا اها انجمن توهان کي ماني ٿي ڏئي.“ جڏهن بہ ڪا عورت سندس ڳالهيون نہ سمجهي سگهندي هئي تہ هوءَ ان وٽ بار بار ويندي، سمجهائيندي ۽ انجمن جي مقصدن جي وضاحت ڪندي هئي اهڙي ريت هوءَ پنهنجي اڻٿڪ ڪوششن سان هن تحريڪ کي فوسنگ ڪائونٽيءَ جي هنڌن تائين ڦهلائڻ ۾ پڻ ڪامياب ٿي ويئي. ملڪ جي آزادي ۽ عورتن جي حقن

جي بحاليءَ خاطر هن پنهنجي جدوجهد اهڙي ريت جاري رکي جو نه ڪيس ڪاڏي جي پرواهه ٿيندي هئي ۽ نه لباس جي ڪا خبر! ڏينهن رات آرام ڪرڻ ڪانسواءِ هوءَ ڪم ڪندي رهي، سندس صحت پڻ خراب ٿيندي رهي هئي. ان ڪري ڊوڙ ڪيس بلڪل ٿڪائي چُور ڪري وڌو هو. اسان کي سندس صحت جي خرابيءَ جو ڏاڍو فڪر هوندو هو ۽ اسين سدائين کيس آرام ڪرڻ جو مشورو ڏينديون رهنديون هيون. پر کيس پنهنجي بيماريءَ جو ڪو فڪر نه هوندو هو. ۽ هوءَ ائين چئي اسان جي ڳالهه کي رد ڪري ڇڏيندي هئي ته "ملڪ مهلڪ مرض ۾ گرفتار آهي، اهڙي وقت ۾ پنهنجي بيماريءَ لاءِ ڪو ڪيئن ٿو سوچي سگهي" هن تن، من ۽ ڌن ملڪ ۽ قوم لاءِ قربان ڪري ڇڏيو هو ته جيئن هوءَ ۽ سندس پٽ ان ڪم کي پايهءِ تڪميل تائين پهچائين جيڪو سندس مڙس ڪمهيانگ جڪ نامڪمل ڇڏي ويو هو.

پنهنجي ملڪ سان گهري وابستگي، عوام سان بي پناهه محبت ۽ مسٽر ڪمهيانگ جڪ جي انقلابي ڪم کي مڪمل ڪرڻ. اهي اهڙا سبب هئا جن کيس زندگيءَ سان نباهه ڪرڻ جي قابل بنائي ڇڏيو ۽ هوءَ زندگيءَ جي مسئلن کي وڏي صبر ۽ سڪون سان برداشت ڪندي رهي.

عورتن جي انجمن مسزڪانگ يين سوڪ جي اڳواڻيءَ ۾ پنهنجي سرگرمين کي وڏي جوش سان جاري رکيو. انهن ئي ڏينهن ۾ اسانجو قائد ڪرال سنگ "چِن لين

کي پوءِ“ مڊل اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪري رهيو هو. هو موڪل وارن ڏينهن ۾ غوسنگ آيو. هن اسانجي انجمن جي ڀرپور رهنمائي ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ سندس تنظيمي صلاحيت اڀري آئي ۽ هن وڏي ترقي ڪئي.

هڪ ڏينهن اسانجي انجمن جو جلسو هو. اسان ڪانگ ٻين سوڪ اسان جي اڳواڻ ڪمرال سنگ سان گڏ اسان جي ڪمري ۾ داخل ٿي. ان وقت اسان جي اڳواڻ کي اسڪول جي ڪاري ڊريس پاتل هئي اسان سڀني مسٽر ڪمرال سنگ کي خوش آمديد چيو. ڇو ته سڀئي عورتون سندس ڪارڪردگي منجهان واقف هيون. پوءِ اسان جي جلسي جي پروگرام جي شروعات ٿي. هو سمورو وقت جلسي ۾ ويهي عورتن جون تقريرون غور سان ٻڌندو رهيو. بعد ۾ اسان ڪانگ ٻين سوڪ الوداعي تقرير ڪئي. هن عورت جي اظهار واري طريقي کي ڏاڍو پسند ڪيو ۽ هن سڀني جي حوصلي افزائي ڪندي چيو ته ”ڪوريائي عورتن کي غلاميءَ منجهان پوري ريت ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ ۽ غاصبانه حاڪميت، ڏاڍ ۽ ظلم کان بچائڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته ڪوريا منجهان جپاني سامراج کي هڪالي ٻاهر ڪيو وڃي ۽ وطن عزيز کي آزاد ڪيو وڃي.“

جيتوڻيڪ هو اڃان ننڍو هو پر سندس تقرير ٻڌڻ کان پوءِ اسان کي پهنجي ڪاميابي جو پختو يقين ٿي ويو، ڇاڪاڻ ته مستقبل ۾ سندس نظر هئي ۽ هو جامع منصوبا

بندي ۽ تي عمل پيرا هو.

تنظيم جي وسعت جي پيش نظر هن انجمن جي تنظيمي ڍانچي ۾ ردوبدل ۽ اصلاح جي ضرورت تي زور ڏنو. هن مشورو ڏنو ته چيئرمين جي نگراني ۾ هڪ فرد کي انتظامي ڪمن ۽ ٻين کي نشرو و اشاعت جو ذميوار بنائڻ گهرجي.

اسان ان نصيحت تي عمل پيرا ٿيندي عورتن جي انجمن جو تنظيمي ڍانچو تبديل ڪري ڇڏيو ۽ مونکي پروپيگنڊا انچارج مقرر ڪيو ويو.

ان ڏينهن مسز ڪانگ بين سوڪ سڪون ۽ خاموشيءَ سان ويٺي پٽ جي تقرير غور سان ٻڌندي رهي ۽ تعريفي نظرن سان کيس ڏسندي رهي.

مسٽر ڪم ال سنگ جي جملن ۾ اهڙي خواهش هئي ته هو ملڪ کي آزادي ڏيارڻ ۽ هڪ نئين معاشري کي جوڙي، جيڪو ڪوريا وارن لاءِ مشعل راهه ثابت ٿئي. هو ان رستي جي نشاندهي پڻ ڪري رهيو هو جيڪو ڪوريا وارن کي پنهنجي بقاءَ خاطر اختيار ڪرڻو هيو. مسز ڪانگ بين سوڪ جي نظرن جو مرڪزي نقطو سندس پٽ هو ان وقت سندس چهري تي نور، تقدس ۽ پاڪيزگي واري جهلڪ هئي سا اسان سڀني محسوس ڪئي.

مسز ڪانگ بين سوڪ پٽ کي ڏسندي ڪپڙن ۾ نٿي ماپي، جيڪو هاڻ قومي جيالو جوان ٿي چڪو هو، ۽ انقلابي رهنما جو شرف پڻ کيس حاصل هو ۽ اڪيچار

نوجوانن جـي نهايت حوصلي منديءَ سان اڳواڻي ڪري رهيو هو ۽ اهائي سندس ماءُ جي سڀ کان وڏي خواهش هئي.

هن پٽ کـي اڳتي اپرندو ڏسڻ جـي خواهش ضرور ڪئي هئي پر رڳو پٽ جي صورت ۾ نه پـر ملڪ ۽ قوم جـي جيالي سپوت جـي صورت ۾ ڏسڻ واري تمنا ڪئي هئي. جيڪو هڪ صحيح انقلابي بڻجـي، جيڪو ملڪ ۽ قوم جـي صحيح رخ ۾ رهنمائي ڪري ۽ پنهنجي مرحوم پيءَ جي خواهش کي پايئہ تڪميل تـي پهچائي. هوءَ اهو ڏسي ڪيڏو خوش ٿـي رهي هوندي ته سندس عظيم پٽ انهن خواهشن ۽ تمنائن کان به وڌيڪ نڪتو.

جيڪڏهن سندس ماءُ جـي اکين ۾ ماءُ واري شفقت هئي تـہ اها چمڪ ۽ شفقت ان عظيم ماءُ جـي ڌي اکين منجهان ظاهر ٿي پئي سگهي جنهن جي جگر جي ٽڪري ايترائي ظـهر ظهور ڪارناما سرانجام ڏنا هجن. جيڪڏهن هـن جي اکين ۾ فخر ۽ غرور جـي روشني هئي تـہ رڳو اهوئـي انسان محسوس ڪري سگهـي ٿـو جنهـن ڪنهن حقيقي انقلاب اپارڻ لاءِ ڪوشش ڪئي هجي. ان دلڪش منظر کي جڏهن مون ڏٺو ته محسوس ڪيم ته هن خوشنما رنگين دنيا ۾ هن کان وڌيڪ نہ ته ڪائي ماءُ آهي ۽ نہ ڌي ڪو اهڙو پٽ جو ايتري قدر تحسين لائق هجي.

ان ميٽنگ کـان ڪجهہ وقـت پـوءِ هڪ ڏينهـن پارن جي انجمن جي ميمبرن مونکي پيغام موڪليو تہ امان ڪانگ بين سوڪ مـون سان ملڻ گهري ٿي. رات جـي

ڪاٽي ڪانپوءِ مان ان جي گهر ويس. جڏهن مان ڪمري ۾ داخل ٿيس ته امان جي چرڌاري ڪافي ماڻهو مڙيل هئا. جن ۾ مسٽرڪمهيانگ گون ۽ ڪجهه ٻيا ماڻهو پڻ موجود هئا جن ڪي پريميئر ڪمرال سنگ، ڪجهه چئي رهيو هو.

مون مسٽر ڪمرال سنگ کي اهو چوندي ٻڌو ته "اهو اڻ ٽيٺو آهي ته رڳو قوم پرست جپاني سامراجين کي ٻاهر ڪڍي سگهن ۽ پنهنجي تحريڪ آزاديءَ وسيلي ملڪ کي ڇوٽڪارو ڏيارين ڪوريا کي بچائڻ جو واحد وسيلو اهو آهي ته سوشلزم ۽ ڪميونزم وارو رستو اختيارڪيو وڃي."

ڪمرال سنگ جي خيال ۾ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته مارڪزم لينن ازم جي ترقي پسندانه خيالن جي گهري نظر سان مطالعو ڪيو وڃي ۽ ان ڪم کي پايئه تڪميل تي پهچائڻ لاءِ پنهنجي زندگي وقف ڪرڻي پوندي. هن موجود ماڻهن سان هڪڙي خفيه انجمن ناهڻ جي باري ۾ مشورو ڪيو. مجلس ۾ موجود ماڻهن ان ڳالهه جي پرزور تائيد ڪئي. هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين ته ــ اهڙيون تنظيمون مختلف ضلعن ۾ آهن ۽ اتي اهڙن ساٿين جو ڪافي تعداد آهي جن جا خيال هوبهو اهڙائي آهن. هن زور ڏيندي چيو "ان لاءِ جيڪي ماڻهو ڪم ڪندا سي انقلاب سان آخر تائين وفاداريءَ جو ثبوت ڏيندا."

سندس اهي ڳالهيون ٻڌي مونکي محسوس ٿيو ته چيلين (Chillin) ۾ رهائش دوران هن ڪافي ڪم ڪيو آهي.

ان ميٽنگ ۾ اهو فيصلو ٿيو تہ هفتي ۾ هڪ ڀيرو باقاعدي سان ميٽنگ ٿيندي ۽ اهو پڻ فيصلو ٿيو تہ ميٽنگ بريگيڊيئر ڪرال سنگھ جي گھر تي ٿيندي ۽ وڌيڪ ان ڳالھہ تي پڻ زور ڏنو ويو تہ اها ڳالھہ راز ۾ رکي وڃي.

مون پنهنجي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڏٺو تہ ميٽنگ جي ڪاروائي خفيہ لکت ۾ لکي ويئي. ان رات مسز ڪانگ ٻين سڀ کان پنهنجي پٽ جي ڳالھين کي سڪون ۽ اطمينان سان ٻڌڻ کانپوءِ هيٺين ريت تبصرو ڪيو.

”اسان اهڙن ماڻهن لاءِ تڪليفون ۽ مشڪلاتون سٺيون آهن جن جو پنهنجو ڪوبہ گھر ڪونهي جن جي پنهنجي ڪائي رياست ڪانهي (١) جيڪي دربدر زندگي گذاري رهيا آهن. اسان کي پوءِ بہ زندگيءَ کان مايوس نہ ٿيڻ گھرجي. اوهان ڪالين کي هڪ هڪ ڪري پڇي سگھو ٿا پرجڏهن اهي ٻڍيءَ جي صورت ۾ ٿي ويندا ته پوءِ انهن جو پڇڻ ناممڪن ٿي پوندو.“ اڄان بہ وڌيڪ چيائين ”جيتوڻيڪ اهي ماڻهو جيڪي هتي موجود آهن تن جو تعداد تمام گهٽ آهي. پوءِ بہ جيڪڏهن اسان اتحاد ڪري دلي جذبي سان زندگين کي خطري ۾ وجهي ڪم ڪيو تہ پوءِ ڪوبہ ڪم اسان جي طاقت کان مٿاهون ڪونهي.

مجلس ۾ حاضر سڀني ماڻهن سندس ڳالهين کي توجهہ سان ٻڌو ۽ دل ۾ وهاريو.

---

(١) مراد تہ غلام آهن.

مسٽرڪرال سنگ سيني کان وڌيڪ غور سان ڳالهيون ٻڌي رهيو هو.

عورتن جي انجمن جي گذريل جلسي ۾ جڏهن پريميئر پڻ موجود هو، مون بار بار اهو محسوس ڪيو ته هڪڙي پٽ کي، جو انقلاب لاءِ ڪم ڪري رهيو آهي، ڪهڙي نموني والدين جي حقن ۽ فرضن کان آجو ٿيڻ گهرجي ۽ هڪ ماءُ کي، اهڙي پٽ لاءِ ڪهڙي طرح محبت ۽ حقيقي خوشي جو اظهار ڪرڻ گهرجي. ان عظيم ماءُ ٻنا ڪنهن هچ ڪچاهٽ جي پنهنجي پٽ کي، جيڪو کيس پنهنجي جان کان پڻ وڌيڪ پيارو هو. ملڪ ۽ قوم جي خدمت خاطر وقف ڪري ڇڏيو. باوجود ان جي، جو اهو رستو اڙانگو ۽ خطرن سان ڀرپور هو.

ان عظيم عورت نه رڳو پنهنجي پٽن کي ملڪ ۽ قوم خاطر وقف ڪري ڇڏيو، پر سندن هر ممڪن مدد ۽ حوصلي افزائي ڪئي. اهڙي ريت سڄي خاندان کي انقلاب جي ان عظيم شاهراه تي گامزن ڪيو.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته هوءَ ڪوريا جي ماءُ آهي ۽ انقلاب جي ماءُ آهي.

هڪ عظيم ماءُ، هڪ اهڙي انسان جي تخليق ڪئي جنهن کي ڪوريا جي ٤ ڪروڙ انسان عقيدت وارن جذبن سان ڏسي رهيا هئا ۽ هو سندن قابلِ احترام ۽ محبوب رهنما آهي. بيشڪ ان رات هن صحيح چيو هو ته هن پنهنجي جان جي بازي لڳائي انقلاب جي حفاظت ڪئي

آهي.

مسٽر ڪرال سنگ ۽ سندس ساٿي هڪ دفعي فوسنگ ۾ فوج جي گھيري ۾ اچي وياء ڇيو وڃي ٿو ته هوءِ گھيرو ٽوڙي وانايهو هلي ويئي جيڪو فوسنگ کان ڪجھه ميل پري هو ۽ پريميئر جي خواهش مطابق هن پستول گوشت جي ٽڪري ۾ لڪائي کڻي آئي. هن کي پستول هلائڻ جو تجربو ڪونه هو. انڪري جنهن شخص اهي پستول کيس ڏنا، تنهن کي هن ڇيو ته پستول ۾ گوليون پڻ پري ڏي ته جيڪڏهن موٽندي، ڪٿي دشمن سان مقابلو ٿي پوي ته کيس پستول هلائڻ ۾ ڪا جھجھڪ نه ٿئي ۽ انهن جو مقابلو ڪري سگھي. اهو سندس ٿي احسان آهي جنهن ڪري ڪرال سنگ ۽ ان جا ساٿي دشمن جي گھيري مان جهان حفاظت سان نڪري آيا.

مان هاڻ هڪ ٻن ٻين واقعن جو ذڪر ڪنديس جيڪي مون فوسنگ ۾ رهائش دوران ذاتي طور تي محسوس ڪيا. پريميئر ڪرال سنگ جا دوست اڪثر سندس رهائش گاهه تي ايندا هئا. هن وٽ مهمانن جو تعداد هڪ يا ٻه نه پر اڪثر ڪري ١٠ يا ان کان اچان ٻه وڌيڪ ٿي ويندو هو. اڪثر ڪري اهي ڪيترن ڏينهن تائين ۽ ڪڏهن ڪڏهن هڪ مهيني ڏئين ٻه رهندا هئا. امان ڪانگ ٻين سوڪ انهن سان پنهنجن پٽن جهڙو سلوڪ ڪندي هئي چاهي پريميئر ڪرال سنگ گهر ۾ موجود هجي يا نه هجي.

مون ڪيترا ڀيرا پريميئر ڪمال سنگ جي ساٿين کان ٻڌو ته هوءَ سندن خنده پيشانيءَ سان استقبال ڪندي آهي چاهي آهي ڪيترو به دير سان ڇو نه اچن ۽ مسٽر ڪمال سنگ پڻ موجود نه هجي. هوءَ کين چانور پچائي کارائيندي ۽ کين خرچ لاءِ پيسا پڻ ڏيندي هئي. جيتوڻيڪ هن اهڙا رقم پيسو پيسو ڪري مڙي هئي. جيڪڏهن آنُ ختم ٿي ويندو هو ۽ هوءَ چانور پچائي نه سگهندي هئي، ته پوءِ چانورن جي بوسي منجهان ٿي ڪيڪ تيار ڪري ڏيندي هئي. ۽ جڏهن هو وڃڻ لاءِ اٿندا هئا ته کين سفر لاءِ پڻ ڏيندي هئي.

ان زماني ۾ سندن گهر جون حالتون پڻ وڌيڪ خراب ٿي ويون هيون.

جڏهن بهار جي موسم ايندي هئي تڏهن امان ڪانگ بين سوڪ سان گڏ مان به پري پري تائين جڙي ٻوٽين جي ڳولا ۾ وينديون هيس ۽ ”دالجي ساڪ“ ”گگو نامل“ ۽ ”چام نامل“ گڏ ڪندي هيس.

مسز ڪانگ بين سوڪ کي ان ڳالهه جو ڏاڍو افسوس هو ته هن وٽ مسٽر ڪمال سنگ ۽ سندس ساٿين جي خدمت لاءِ انهن جڙي ٻوٽين کانسواءِ ڪجهه به نه هو.

تڏهن به جڏهن اسان اهي جڙي ٻوٽيون گڏ ڪري موٽنديون هيونسين تڏهن هوءَ چوندي هئي اهڙو وقت اچڻ وارو آهي جڏهن اسين پنهنجي زندگي جي انهن گهڙين کي ياد ڪري سگهون، جيڪي هينئر گذري رهيون آهن.

اهي سڀ ماڻهو جن تي امان مهربان هئي چوندا هئا،
”دنيا ۾ ڪوبه ڪاڊو، هنن پوتين مان تيار ٿيل ڪاڊي واري
ڪيڪ جو مقابلو نٿو ڪري سگهي، جيڪو مسز ڪانگ
بين سوڪ انتهائي محبت ۽ خلوص سان ٺاهيندي آهي.
حقيقتاً ڪامريڊ سنگ جئو، جي ماءُ امان سيني جي ماءُ
آهي هن سان جيڪو مليو، پوءِ چو نه اها سندس پهرين
ملاقات هجي ان کيس ”پنهنجي ماءُ“ سمجهيو ۽ جيستائين
منهنجي ذات جو لاڳاپو آهي هن مونکي سدائين ماءُ واري
شفقت سان ڏنو ۽ پنهنجي حقيقي ڌيءُ وانگر ڀانيو. ان
ڪري منهنجو هُن سان خاص لاڳاپو هوءِ هن مونکي نه
رڳو اهو ٻڌايو ته وطن سان محبت ۽ عورتن جي حقن لاءِ
جدوجهد ڪرڻ گهرجي پر اهو پڻ سيکاريو ته عورتن کي
رحم دل ۽ فياض ٿيڻ گهرجي.

هڪ ڀيري ٿيو ائين جو ڪتنب وارن مونکي لعنت
ملامت ڪئي، ڇو ته مون عورتن جي انجمن ۾ شرڪت
ڪئي هئي، ۽ خفيه تحريڪ سان پڻ لاڳاپيل هيس. ان
ڳالهه مونکي پهريان ملول ڪيو ۽ پوءِ احتجاجاً باغي
بڻائي ڇڏيو.

هڪ ڏينهن اسين ٻئين منجهان پوتيون گڏ ڪري
واپس ٿي رهيون هيونسين. مسز ڪانگ بين سوڪ راهه ڏني
ته اسانکي سڙڪ جي پاسي ۾ ويهي ڪجهه گهڙيون آرام
ڪرڻ گهرجي. اسين جڏهن ويهي رهياسين تڏهن هن مون
کان معلوم ڪيو ته ڪهڙي ڳالهه مونکي ملول ڪيو

آهي ۽ مان چپ چاپ خاموش آهيان. ان وقت مون کيس سمجهه ڏنائي ڇڏيو.

منهنجي ڳالهه ٻڌڻ کانپوءِ هن چيو ته اها ڳالهه انتهائي غلط آهي جو ان سبب ڪري مان پوئتي هٽي وڃان. هن مونکي سمجهايو ته مونکي پنهنجي مڙس سان انتهائي مهرباني ۽ شفقت وارو سلوڪ ڪرڻ گهرجي ۽ ان ڳالهه جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته مان سندس خلوص حاصل ڪري سگهان ۽ ان کي سمجهي سگهان ته جيئن منهنجي ڪم ۾ مددگار ثئي. ان کان پوءِ مون ائين ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جيئن امان مونکي ٻڌايو هو.

يقين ڪريو ان کان ڪجهه عرصو پوءِ منهنجيون سموريون تڪليفون حل ٿي ويون ۽ منهنجو مڙس منهنجي ڪم واري اعليٰ مقصد کي سمجهڻ لڳو ۽ اهڙي ريت مان پنهنجو ڪم مسلسل ڪندي رهيس. ۽ جڏهن امان فوسنگ ڇڏيو ته منهنجي دل کي ڌڪ لڳو. يقين ڪريو ته مونکي پنهنجي امڙ کان جدا ٿيڻ وقت ايترو صدمو محسوس نه ٿيو هو، جيترو هن جي جدائي سان ٿيو.

١٩٢٩ع جي آخر ۾ هن انڪو وڃڻ خاطر فوسنگ مان الوداع ڪئي، هن فوسنگ کي رڳو انڪري ڇڏيو هوجو انقلابي سرگرمين ۾ پنهنجي پٽ جو پوري ريت ساٿ ڏيئي سگهي. مان هن سان گڏ نه وڃي سگهيس ڇو ته منهنجي شادي ٿي چڪي هئي. جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته مان ضرور ان سان گڏ وڃان ها.

مسز ڪانگ بين سوڪ جي ايئو مسان وچڻ ڪانپوءِ، مون اڪثر سندس ساٿين کان ٻڌو ته هوءَ وڏي محنت سان ڪم ڪري رهي آهي جيتوڻيڪ هوءَ بيمار هئي پر پوءِ به انقلابي جدوجهد ۾ مصروف هئي ۽ مسٽر ڪرال سنگ ان زماني ۾ جپان مخالف گوريلا يونٽن جي تنظيم ۾ مصروف هو. ان ڪم ۾ سندس ننڍو ڀاءُ پڻ سندس مدد ڪري رهيو هو. غالباً اهو آگسٽ يا سيپٽمبر ١٩٣٦ع جو واقعو آهي. جڏهن ڪوريائي فوجي دستن جپان ۽ سندن ڪٺ پتلي منچو حڪومت جي فوجين کي زبردست شڪست ڏني.

مسٽر ڪرال سنگ جپاني ۽ منچو فوجين کي زبردست نقصان رسايو. ان واقعي سندس نالو بار بار جي زبان تي آڻي ڇڏيو. ان کانپوءِ به مسٽر ڪرال سنگ هر وقت فوجي يونٽن جي قيادت ڪري رهيو هو.

هر وقت مون کي اهڙيون خبرون ملنديون هيون ۽ منهنجي اها خواهش وڌي رهي هئي ته مان نه رڳو ڪيس ڏسان پر سندس پيائرن جو پڻ ديدار ڪيان. ان خواهش جي پورائي لاءِ امان ڪانگ بين سوڪ ۽ ڪامريڊ پريميئر جون تصويرون ڪيڏي ڏسندي هيس. اهي تصويرون مون کي يادگار ۽ نشاني طور ان وقت ڏنيون ويون هيون جڏهن مان پريميئر خاندان کان ڌار ٿي رهي هيس. مان تصويرن کي رڳو اڪري ڏسندي هيس ته جيئن اهي مشهورا جيڪي امان ۽ ڪرال سنگ مون کي ڏنا هئا، مان انهن کي فراموش نه ڪري سگهان.

منهنجو ان ڳالهہ تي مڪمل يقين هو تہ اهو ڏينهن ضرور ايندو جڏهن مان انهن تصويرن کي فخر سان پنهنجي آبائي ڳوٺ جي لئبريري ۾ رکي سگهان. ان وقت مون سوچيو تہ مان گذريل ڏينهن کي ياد ڪريان، جيڪي مون امان ڪانگ بين سوڪ سان گڏ گذاريا هئا بعد ۾ مون اهي تصويرون هڪڙي ٽيم جي حوالي ڪري ڇڏيون جا اتر اوڀر چين ۾ ١٩٥٩ع ۾ انقلابي جنگي جاين جي معائني لاءِ آيل هئي. اڄ انقلابي عجائب گهر ۾ مسٽر ڪمرال سنگ جي جيڪا اسڪولي لباس ۾ تصوير ڏسو ٿا، سا مون ئي تحفي طور ڏني هئي.

ڪامريڊ پريميئر جي دعوت تي مان هن سال ڪوريا ويس، ڪوريا جي مقدس ڌرتي تي قدم رکندي ئي مون محسوس ڪيو ۽ ڏٺو تہ ڪوريا جا ماڻهو خوش و خرم هئا ۽ اسانجي سوشلسٽ مادر وطن جو شان ئي نرالو هو. مونکي فوراً امان ڪانگ بين سوڪ ياد اچي ويئي. اها درست چوندي هئي تہ ”غريب هئڻ ڪو گناهہ ڪونهي، هڪ ڏينهن ايندو جڏهن ڪوريائي عوام خوشحال ٿيندو ۽ هڪڙي اهڙي معاشري ۾ زندگي گذاريندا سين جنهن کي ان (عوام) پاڻ جوڙيو هجي. سندس (ڪانگ بين سوڪ) جا لفظ ڪهڙي نہ خوش اسلوبي سان مسٽر ڪمرال سنگ جي اڳواڻي ۾ صحيح ثابت ٿيا.

مون جڏهن وطن جي زمين تي قدم رکيو تہ منهنجي دل ڀرجي آئي. پريميئر سان ملڻ ڪانپوءِ، مان سڌو جناب

ڪم هيانگ جڪ ۽ امان ڪانگ ٻين سو ڪ کــي خراج۔
عقيدت پيش ڪرڻ؛ مينگيانگ ڊائي سندن قبرن تي ويس.
مان جڏهن امان جي قبر اڳيان جهڪيس ته مون محسوس
ڪيو ته منهنجي دل ٻڏي رهي آهي.

”آمان، جوسن تنهنجي حضور ۾ آئي آهي. امان مون
ملڪ جي آزادي خاطر ڪجهه به ته نه ڪيو. پوءِ به تنهنجي
پٽ مسٽر ڪم ال سنگ مونکي گهرايو آهي ۽ مان پنهنجي
عزيز وطن تــي واپس آئــي آهيان. امــان تــو ڪيتريون
تڪليفون ڏٺيون ڪيترن مسئلن سان منهن ڏنو. ٻين ڪان
وڌيڪ مشڪلاتون سٺيون هيون. هــن ڏينهن لاءِ پــر اڄ
تون ٿي هنن خوشين کي ڏسڻ لاءِ اسان ۾ ڪونه آهين، تون
اڇوڪين خوشين ۾ اسان سان گڏ نه آهين.

”تو کي ڄاڻ آهي ته تون اڄ مانگ يونگ ڊي اندرخواب
۾ محو آهين، زنده هوندي تون هتي اچڻ لاءِ ڪيتري قدر
خواهشمند هوندئين۔ مسٽرڪم ال سنگ جنهن کي تو ايترين
مصيبتن سان پاليو ۽ جنهن کي ڪيترين جانفشانين کانپوءِ
تـو جوان ڪيو. اڄ سندس اڳواٽي ۾ ڪوريا ۾ عــوامي
حڪومت قائم ٿي چڪي آهي. جنهن جي تو کي آرزو هئي
۽ سڄي دنيا ۾ ڪوريا جو نالو روشن ٿيو آهي.

امان ڇا تو کي خبر آهي ته تنهنجن انهن ڳوڙهن منجهان
جيڪي خون واري صورت ۾ وهندا هئا اڄ گلو گلزار بڻجي
بهار جــو منظر پيش ڪري رهيا آهــن. امــان اهي ويران
ريگستان جتان تون لنگهي هئينءَ، اڄ سرسبز بڻين ۾ تبديل

تي چڪا آهن. مائُن جا چهرا تڙي پيا آهن اهي خوشيءَ ۾ ماپن نٿا. سندن ٽهڪ انهن جي آسودگي جا ترجمان آهن.

امان تون ڳالهائين ڇو نٿي، خاموش ڇو آهين؟“

مان ان ڏينهن دل کولي رنس، سونکي ائين محسوس ٿي رهيو هو جيئن آمان مونکي محبت وچان ياڪر پاتو هجي. جيڪڏهن هوءَ زنده هجي ها ته مونکي اهڙي رئندڙ حالت ۾ ڏسي ها ته يقيناً مونکي چڙبي ها.

جيتوڻيڪ چند سال ٿي ان عظيم ماءُ سان گڏ گذاريا آهن، پوءِ به مان ان ڳالهه کان پوري ريت واقف ٿي ويس ته هوءَ ڪهڙي نموني جو جياپو چاهي ٿي ۽ سندس خواهشون ڪهڙيون آهن. اها ڳالهه هن لاءِ ڪيڏي نه اذيت ناڪ هئي ته ڪوريا جا رهواسي، ڪيئن نه غيرانساني زندگي گذارڻ لاءِ مجبور هئا، اهي جپاني قورن جي پيرن هيٺان چيتاڙيا پئي ويا ۽ اُف به نه پئي ڪري سگهيا. اُهي جپاني سامراجين جي نوڪرن ۾ پنهنجي زندگي گذاري رهيا هئا.

مون پوري ريت ڄاتو پئي ته امان جي اها خواهش پوري ڪرڻ لاءِ امريڪي سامراجين ۽ سندن حوارين کي، جيڪي اسانجي سرزمين جي ڏاکڻي حصي ۾ ناجائز طور تي گهڙي آيا آهن، تن جو خاتمو ڪرڻ لازمي آهي ۽ بکين انگ اگهاڙن ديس واسين کي ان عذاب کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ ۽ مادر وطن کي جلد کان جلد متحد ڪرڻ (١) ۽

(١) ڪوريا اتر ۽ ڏکڻ ٻن حصن ۾ ورهايل آهي.

پوءِ متحده مادر وطن جي اشتراڪي جنت واري تڪميل ڪرڻ آهي.

اهو سڀ ڪجهه هن پنهنجي ڪارڻ ڪونه پئي چاهيو. امان جي زندگي هڪ عظيم ماءُ جي مثالي زندگي هئي جنهن پنهنجي پٽ کي اهڙي ريت اپاريو جو اهو ۽ ڪروڙ ڪوريائي عوام لاءِ اڳواڻيءَ جا فرض سرانجام ڏيئي سگهي. امان پنهنجي مڙس جي انقلابي خواهش جي پورائي لاءِ زندگي قربان ڪئي. امان پاڻ هڪ انقلابيءَ وانگر رتوڇاڻ وارن رستن تي هلندي، منزل جي ڳولا جاري رکي. پنهنجي پٽ کي انقلابي سرگرمين ۾ ڀرپور مدد ڏني. انقلاب آڏيندڙن، شايد ئي ايتري قدر تڪليفن جو مقابلو ڪيو هجي، جيترو مسز ڪانگ بين سوڪ ڪيو. ۽ هن تڪليفن جي اوڙاهه منجهان لنگهي ڪوريا کي هڪ اهڙي روشنيءَ جو نور عطا ڪيو، جيڪو اڄ سڄي دنيا ڪان خراج تحسين حاصل ڪري رهيو آهي.

پياري امان ڪانگ بين سوڪ
تون دنيا جي انقلابين جي دلين ۾ هڪڙي
روشنيءَ وانگر چمڪي رهي آهين. ❋

نيو فيلڊس جا تازا شايع ٿيل بهترين ڪتاب

## اکن نيرا ڦليا (شاعري)

مصنف: شيخ اياز

## منهنجي دنيا هيڪل وياڪل (ناول)

مصنف: سراج

## رڻ ۽ رج جو اتهاس (ڪهاڻيون)

مصنف: نورالهديٰ شاه

---

نيو فيلڊس جا ايندڙ ڪتاب

## پونري پري آڪاس

مصنف: شيخ اياز

## جلاوطن

مصنف: نورالهديٰ شاه

## ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون

مصنف: شيخ اياز

## جڏهن مان نہ هوندس

مصنف: امر جليل

# نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠١ | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | -/٢٠ |
| ٠٢ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ١) | طارق اشرف | (ختم) |
| ٠٣ | اڌ ملاقات (خط) | طارق اشرف | -/٢٠ |
| ٠٤ | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم) |
| ٠٥ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ٢) | طارق اشرف | -/١٢ |
| ٠٦ | زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم) |
| ٠٧ | ٤- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | -/٢٠ |
| ٠٨ | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم) |
| ٠٩ | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | (ختم) |
| ٠١٠ | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم) |
| ٠١١ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ١) | — | (ختم) |
| ٠١٢ | ٽڏا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم) |
| ٠١٣ | وايون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٢ |
| ٠١٤ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٢) | — | (ختم) |
| ٠١٥ | بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٢ |
| ٠١٦ | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم) |
| ٠١٧ | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم) |
| ٠١٨ | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | وليرام ولڀ | (ختم) |
| ٠١٩ | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم) |
| ٠٢٠ | دل اندر درياءُ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم) |
| ٠٢١ | دل جو بندر (ناول) | اڊورل آئيويس/نصير اعجاز | (ختم) |
| ٠٢٢ | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | -/١٢ |

٢٣. درد جي خوشبو (ناول) قاضي خادم -/٣٠
٢٤. ڪنهن سان سور سليان مرتب: فيروز احمد (ختم)
٢٥. فڪر جي آزادي آسٽيفن زويگ/ ابراهيم جويو (ختم)
٢٦. منهنجو ساگر، منهنجو ساحل الطاف شيخ -/١٦
٢٧. غلامن جو ٻيڙو (ناول) دوست محمد پٽي (ختم)
٢٨. سي ئي جوين ڏينهن (سفرنامو) الطاف شيخ -/١٥
٢٩. عائشي هينري رائڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم)
٣٠. سي ڀيڙيون رکين پاڄهه سين الطاف شيخ -/٢٠
٣١. سڌارٿ (ناول) هرمن هيس/فضل احمد بچاڻي (ختم)
٣٢. جياں رس (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم)
٣٣. روح جي ڳولا (ناول) مترجم: فضل احمد بچاڻي (ختم)
٣٤. درد جا ڏينهن، درد جون راتيون طارق اشرف (ختم)
٣٥. سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) الطاف شيخ (ختم)
٣٦. سورج هوندي مرجهايل نجم عباسي (ختم)
٣٧. آسيه هينري رائڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم)
٣٨. قلندر قرت العين حيدر/مدد علي سندي -/١٢
٣٩. الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان الطاف شيخ (ختم)
٤٠. سزا جا سک آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي -/١٢
٤١. بهترين سفرناما الطاف شيخ (ختم)
٤٢. للڪار (ڪهاڻيون) نجم عباسي (ختم)
٤٣. ٽڪل سريت البرٽو موراويا/وليرام ولڀ -/١٥
٤٤. لنڊن ٽائين لفٽ (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم)
٤٥. تصوير جو خون مترجم: فضل احمد بچاڻي -/٢٥
(پڪچر آف ڊورين گري) (ناول)

٤٦. حليم شو — حليم بروهي (ختم)
٤٧. بارن جون آکاڻيون — الطاف شيخ (ختم)
٤٨. سپون — خليل جبران/فضل احمد بچاڻي (ختم)
٤٩. سفر يورپ جي ڊائري — قاضي عبدالمجيد عابد ۲۵/-
٥٠. آزادي خاطر (ڪهاڻيون) — مرتب: فيروز احمد (ختم)
٥١. چانديءَ جون تارون — ماهتاب محبوب ۱٦/-
٥٢. مس سدا بهار چنبيلي (ناول) — الطاف شيخ ۲۰/-
٥٣. پيار ڪهاڻي (ناول) — نجم عباسي ٤۰/-
٥٤. نيگرو عشق ۽ بغاوت — مترجم: نصير اعجاز (ختم)
٥٥. شرم ٻوٽي (ناول) — گوبند مالهي ۱۲/-
٥٦. اڳيئي ايئن هياس (جلد ۱) — فضل احمد بچاڻي ۲۰/-
٥٧. پره ڪان ڀرين (ڪهاڻيون) — ماهتاب محبوب ۱٦/-
٥٨. بلنديون (ناول) — نجم عباسي ۱٦/-
٥٩. رج ۽ پاڇا (ناول) — موهن ڪلپنا ۱٦/-
٦٠. مون توکي پيار ڪيو — پوپٽي هيراننداڻي (ختم)
٦١. آيل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) — علي بابا ۲۰/-
٦٢. شاهه لطيف جي شاعري — تنوير عباسي (ختم)
٦٣. آيئي گهوٽ ته نشا ٿيوئي — لوڪرام ڏوڏيجا (ختم)
٦٤. موهن جو دڙو (ناول) — علي بابا (ختم)
٦٥. ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) — امرلعل هنگوراڻي ۱۲/-
٦٦. ذرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) — آغا سليم (ختم)
٦٧. دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) — نجم عباسي ۲۰/-
٦٨. پيغامبر — خليل جبران/ ستار (م)
٦٩. هم اوست (ناول) — آغا سليم ۲۰/-

| | | |
|---|---|---|
| ۷۰. اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | ۱۲/- |
| ۷۱. آئيني جي آڳيان | ۱۷ ساهتڪار | ۱۲/- |
| ۷۲. چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري) | شيخ اياز | (ختم) |
| ۷۳. لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ۲۰/- |
| ۷۴. اڌون ماڻهو (ڪهاڻيون) | سراج | (ختم) |
| ۷۵. ٻه ننڍا ناول (ٻه ناول) | آغا سليم | ۲۲/- |
| ۷۶. اڳي ايئن هياس (جلد ۲) | فضل احمد بچاڻي | ۲۵/- |
| ۷۷. رڻ تي رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | (ختم) |
| ۷۸. وات ويندي | علي احمد بروهي | ۳۰/- |
| ۷۹. مڪليءَ کان ملاڪا تائين | الطاف شيخ | ۲۵/- |
| ۸۰. ڪهاڻيءَ جو قافلو | نجم عباسي | ۱۵/- |
| ۸۱. ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | ۳۵/- |
| ۸۲. سنگاپور ويندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | ۲۵/- |
| ۸۳. چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | ۱۶/- |
| ۸۴. ڀڳت سنگهه کي ڦاسي | شيخ اياز | ۱۵/- |
| ۸۵. ست يوگوسلاويائي آکاڻيون | جڳت آڏواڻي | ۱۰/- |
| ۸۶. ست ڪشميري آکاڻيون | ايشور چندر | ۱۲/- |
| ۸۷. ڀن ڇڻ ۽ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | ۱۰/- |
| ۸۸. ڪوالالمپور ڪجهه ڪوهه | الطاف شيخ | (ختم) |
| ۸۹. ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | ۴۵/- |
| ۹۰. سڌن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | ۲۵/- |
| ۹۱. گانڌي | لوئي فشر/نجم عباسي | (ختم) |
| ۹۲. ڀڳل کنڀڙاتيون | خليل جبران/عبدالله الفائز | (ختم) |
| ۹۳. ماستر هريام جو ٻنڪاڪ وڃڻ.... | الطاف شيخ | ۴۰/- |

٩٤• ڪي جي پيچل پوليو (شاعري) شيخ اياز -/٢٥
٩٥• سرهي سرهي سار (سفرنامو) ماهتاب محبوب -/٣٥
٩٦• خط، انٽرويو ۽ تقريرون شيخ اياز (ختم)
٩٧• دنگيءَ منجهه درياهه (سفرنامو) الطاف شيخ -/٤٥
٩٨• ڏيئا ٽيل ڦليل جا علي احمد بروهي -/٣٠
٩٩• راڄ - گهاٽ تي چنڊ (شاعري) شيخ اياز -/٤٠
١٠٠• موتي جي مهراڻ جا مرتب: فيروز احمد -/٥٥
١٠١• تلاش (ناول) نجم عباسي -/٣٠
١٠٢• لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري) شيخ اياز -/٢٠
١٠٣• ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون الطاف شيخ -/٣٥
١٠٤• مرڻ مون سين آءُ (ناول) سراج -/٤٠
١٠٥• پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) سراج -/٤٠
١٠٦• رات وچ ۾ (ناول) مترجم: فضل احمد بچاڻي -/٢٠
١٠٧• ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گهاٽي شيخ اياز -/٣٠
١٠٨• اک سور (ناول) رابندرناٿ ٽئگور -/٥٠
١٠٩• جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) الطاف شيخ -/٣٠
١١٠• رني ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) امرجليل -/٣٠
١١١• ماستريائي (ناول) مترجم: نجم عباسي -/٢٥
١١٢• اکن نيرا ڦليا (شاعري) شيخ اياز -/٣٠
١١٣• منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل (ناول) سراج -/٤٠
١١٤• رڻ ۽ رڃ جو اتهاس نورالهديٰ شاهه -/٣٠

گهرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

## نيو فيلڊس جا تازا شايع ٿيل ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ١- | پڙاڏو سوئي سڏ | سراج |
| ٢- | مرڻ مون سين آءُ | سراج |
| ٣- | منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل | سراج |
| ٤- | ٻڙ جي ڇانو اڳي کان گهاٽي | شيخ اياز |
| ٥- | اڪن نيرا ڦليا | شيخ اياز |
| ٦- | رني ڪوٽ جو خزانو | امر جليل |
| ٧- | جت جر وهي ٿو جال | الطاف شيخ |
| ٨- | اک سـور | رابندر نات ٽئگور |
| ٩- | ماستريائڻي | مترجم: نجم عباسي |
| ١٠- | رڻ ۽ رج جو اتهاس | نورالهديٰ شاه |

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهندڙ ڪي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پڄاڻدڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)